# مٺي مراد

(ڪهاڻيون)

ماهتاب محبوب



نيو فيلڊس پبليڪيشنس

ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

1990ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر هڪ سؤ اٺيتاليهه

ڇپائيندڙ نيو فيلڊس پبليڪيشنس

ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد، سنڌ.

ٻيون ايڊيشن نومبر 1990ع

قيمت 33/- رپيا

پڪي جلد سان 55/- رپيا



---

MITHI MURAD (Short Stories) Written by MAHTAB MAHBOOB. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed, Hyderabad Sindh. Pakistan. Second Edition November 1990. Price Per Copy Rs. 33/-

---

هن ڪتاب جو پهريون ايڊيشن آڪٽوبر 1979ع ۾ ارم پبليڪيشن طرفان شايع ٿيو هو.

# وچور

## انتساب:ـ

سدا حيات ڪهاڻيڪار

**نسيم احمد کرل**

جي نالي

**— ماهتاب محبوب**

# پنهنجي پاران....

هُن چيو هو:

”تنهنجي ڪتاب تي پيش لفظ مان لکندس- ٻيو ڪوئي نه لکندو، انهيءَ تي منهنجو حق آهي.“

هُن وڏي سِڪ مان چيو هو:

”تنهنجي ڪتاب جو اهڙو مهاڳ لکندس، جو ڪنهن به نه لکيو هوندو.“

پر ائين نه ٿيو .... ائين نه ٿي سگهيو........!

سنڌي ٻوليءَ جو بي تاج بادشاهه، سنڌي ڪهاڻيءَ جو امام نسيم کرل، شهيد ٿي ويو.... مان هنجو قول پارڻ خاطر ’نئون نياپو‘ تان ورتل سندس ئي مضمون جو هڪ ٽڪرو، هن ڪتاب ۾، پيش لفظ طور ڏيئي رهي آهيان.

**ماهتاب محبوب**

حيدرآباد سنڌ

۱۴ جولائي ۱۹۷۹ع

پهرين ايڊيشن جو

# پيش لفظ

ليکڪا ماهتاب محبوب جو نالو ڪنهن بني بشر کان ڳجهو ڪونهي جو هوءَ گذريل سورهن سترهن سالن کان لڳاتار سنڌي ادب جي اُفق تي چوڏهين جي چنڊ جيان پئي چمڪندي رهي آهي. هوءَ اُن وقت به نشانبر هئي جڏهن هوءَ پنهنجي پڙ ڏاڏن دائود خان عباسي ۽ ميان سرفراز خان جي پاڙي ۾ پنهنجي پيڪائين گهر ۾ رهندي هئي.

پر محبوب سان پيوند ٿيڻ بعد ته سندس محبوبيت ۾ واڌارو اچي ويو آهي. هينئر سندس گهر هر عصر اديبن لاءِ چپر ۽ چانءِ به آهي ۽ سندس گهر ساڌ به اچن ته چور به.

گذريل مهني جڏهن چورن لطيف آباد ۾ پنهنجو هفتو ملهايو هو ته هنن ماهتاب جي گهر کي به ڏيڊ ڪلاڪن ڏنو هو. ڪاڏڪن ان وقت اندر سندس گهر ۾ دل تي ڀاري ۽ پوچي ڏني پر هڪ شئي جا ڪٽڻ کان ڳوري هئي سا هئي ماهتاب جو ادبي ذوق؛ جو اڳي کان اڳرو آهي. ان ادبي ذوق وڌائڻ ۾ سندس ڪانڌ محبوب جو به وڏو هٿ آهي.... سڀ کان پهريون ته هُن پنهنجي گهرواريءَ کي حويلين مان ڪڍي ڪيس ننڍڙي بهشتي گهر ۾ رهايو اٿس، جنهن جو نالو ئي ’ اِرم نما ‘ آهي. ان بعد عملي طرح ڪيس مشهور مسلمان مفڪر ابو سينا وانگر ڪيس هر سهوليت مهيا ڪري ڏني آهي. ان فلاسافر لاءِ چون ٿا ته هڪ پارنهن‌دريو طبقو ٺهيل هو جو سمورو ايراني قالينن مان سينگاريل هو ۽ هر در تي هڪ جوڙو سونين روپين گرگابين جو ميسر هو جيئن هو ڪنهن سوچ ويچار دوران ٻاهر به نڪري ته ڪيس

هر در تي جتي ملي ۽ منڊس خيالن جو سلسلو نہ ٽٽي. اهڙي طرح محبوب ڪٽي ٻارهن دريو نہ پر هڪ ۽ سانت جو آشيانو ٺاهي ڪبص ڏوئي سانجهہ جي ڪهڙي جهنجهٽ ڪان بچائي هن ادبي چنڊ ڪي گهريلو گرهڻ ڪان بچايو آهي.

— نسيم کرل

# بڪ جا چڪ

”آئي جيجي!“ بختاور ٻهاري ڏيندي عجب مان رڙ ڪئي، ”هيءَ مناٿيءَ جي چڇي، ڪٿ پويان ڪنڊ مان لڌي اٿم، وسري وئي هوندو شايد. ڳاڙهيون ڪوليون پيون سڙن، ڇٺو ته اڇلائي ڇڏيان؟“

”آئي، ڪوهه اڇلائين.“

رئيساڻي زليخان جيڪا ڪالهوڪي ميلاد کان موٽي اچڻ کان پوءِ بدهضميءَ سان ڳڏو ڳڏ وهمن جو شڪار ٿيو، ڪنڊوت جي جنڊيءَ جي، پاون واري کٽ تي ڍير ٿيو پئي هئي، تنهن پنهنجي شينهڻ جهڙي سسي ڪٽندي او ڳرائي ڏيئي چيو، ”هيڏي ڪٺي آڻ.“

”جيجي، مناٿي ته بنهه سڪي هڏو ٿي پئي آهي!“

”نپٽيون ٻهاري به ته انڌن وانگر ڏيو ٿيون.“ زليخان مناٿيءَ کي تپاسڻ خاطر، پناٿي جهڙو نڪ پيتيءَ ۾ وجهندي چيو، ”نه ته هوند گهڻو وقت اڳ ليجي پوي ها.“ پيتيءَ مان نڪ ڪڍي بختاور تي تارا ڦوٽاريندي چيائين.

”جيجي باڇاهه پير دستگير جو قسم، الله قران جو سنهن، آءٌ ته سڄي ٻهاري ڪيندي آهيان، الاجي ڪيئن رهجي وئي جو اک تي ئي نه چڙهي.“ بختاور ميسٽي ٿيندي چيو.

”ڪهڙو انڌ اکين تي چڙهيو هيئي ڏائڻ، جو نظر نٿي آيئي؟“ زليخان وهاڻي هيٺان پنهنجي عينڪ ڪڍندي چيو، ”وڃ جلدي واندي ٿي پوءِ هيڏي اچ نه ڪم سان آماڻيانءِ.“ ائين چوندي ٿلهن شيشن واري عينڪ پنهنجي مٺل ٻڪري جهڙي اکين تي چاڙهي ڇڏيائين.

ٿوريءَ دير کان پوءِ بختاور به حڪم جي بندي ٿي اچي اڳيان بيٺي.

”هي سڏو وڃي سرفراز ڪالونيءَ ۾ سيدن جي گهر بيبي زيبل جي هٿ ۾ ڏيئي آءُ.“ زليخان پرت واري پوش سان ڍڪيل مٺائيءَ جو ٿشت کيس ڏيندي چيو، ”چئجانس ته جيجي سانئڻ جهجها سلام ۽ پاڪر چيا اٿئي ۽ هيءَ پوٽي جي ڇمڻ جي مٺائي ڏني اٿس.“

اهو ٻڌي زليخان جي ننهن، جنهن کي پانهيءَ تيل جي ٿري پئي هڻئي سا چرڪجي وئي.

”چاچي گهر گهر کي ڏسبو آهي. ههڙي هڏي جهڙي مٺائي ڏسي هوءَ ڇا چوندي؟“

”آئي سو اڇلايان ڪوهه!“ رئيسياڻي رڍ جهڙيون ناسون ڦڙڪائيندي پرون چاڙهي چوڻ لڳي: ”ڪنهن کي ڏجي ته وري ٿورو ته ٿيندو نه، پوءِ ڪيئين نه ڪيئين خوشي سندن. پاڻ تان ته بوجهو هلڪو ٿئي. آءٌ به کيس پوٽي چائي هيڏا سارا پنج رپيا ڏئي آئي هئس. هينئر پاڻ به اچي ڏئي ويندي، ڪوليون سو سپ چوندي چڏيون آئم.“

”چاچي تنهنجي مرضي، پر هرو پرو ڪا گلا نه ٿي پوي.“

”ائي وڃي گلا ڪن.“ زليخان موڙو ڏيندي وراڻيو، ”مون ته پنهنجي هٿن سان ڪانه گهڙي آهي جو آءٌ ٻڌل ٿيس.“

ايتري ۾ پيون پانهيون، پوپان ۽ جهمڻي به اچي ٽنٽيون.

”جيجي آءٌ ٿي بختاور سان گڏ وڃان.“ پوپان لاڏ مان وڃي سنجي سٿو ڪنهندي ٻڌو اڏائيندي چيو.

”جيجي آءٌ به“ جهمڻيءَ گجيءَ ۾ ٻڌل گـُـرُ لڳل ڏند ۽ کن کونٽين سان کيڏندي چيو.

”آئي هائي وڃو ڏائٽيون؛ سک نه ڦٽايو. ٽرو ڪٽو مٺائي وري اچي مون کي پيڙيون ڏيو.“ ايئن چوندي سمهڻ ڪاڻ چيلهه سڌي ڪيائين، ”ڪالهه ڪانڀي خان جي گهر مولود ٻڌڻ

ڪاڻ زمين تي ويھي ويھي پاسن ۾ سور پئجي ويو آھم. پٽ پر ويھان ھا تہ آرام اچيم ھا."

"جيجي پوءِ ڪٿي پٽ پر ويھو ھا." بختاور جيڪا وچڻ ڪاڻ سنبريو ويٺي ھئي، تنھن جو ائين چوڻ ڇڻ فوني کي چاٻي ڏيڻ:

"ائي وھڙيون اڳيئي جايون والاري ويون. اسان جھڙيون پوڙھيون ڪٿي تيون وڃن!" رئيسياڻي تڏو ساھ کڻندي چيو، "ائي الله ڪڏھن اھو بہ وقت ھو جو جوانيءَ ۾ سنھنجي نالي ونڻ ڪاڻ پيون سڪنديون ھيون. ٻتا ٻتا پاڪر پيون پائينديون ھئم. پر ڪالھم تہ ڪنھن اک ڪٿي ڪونہ تي ڏنو! سيڪا پنھنجي ليکي سئو ڏاچڻ جي سانئڻ تيو پئي ھلي. ھڪڙي نوابڻ سو ويچاري ورت سارو وڏو پاڪر پائي ملي. ڪنھن ڪنھن ماڻھو سنجھم اچا قرب آھي. ويچاري صغران بہ چڱي زال آھي، اڳيون عروج ڪونھيس ڪو پرقربن جا ٻنا اٿس." زليخان ڳالھائيندي رھي، پانھيون ڳالھيون ٻڌڻ ڪاڻ ڳلمتي پتلي ھٽي ويھي رھيون.

"ڪنوار ٻڌين پئي؟" رئيسياڻي گھٽيل 'چلمائي' ۽ دونھاڻيل آواز ۾ ننھن جو ڏيان پاڻ ڏانھن ڇڪائيندي چيو.

"ھا چاچي ڪَنَ' اٿم." ننھٽس ڦٽي ڏيندي وراڻيو.

"امان، آءٌ بہ آخر انسان آھيان. ڪيڏي مھل گرھہ گھٽ ڪيڏي مھل وڏ، سو ڪالھم مولودن ۾ پوڙ مڙئي مزو ڏنم، بہ تڙون تہ کائي ويس. ھڪڙي نڙيءَ ۾ اٽڪي پيم. گھٽئي گيتون ڏنم، پاڻي پيتم، ماڳھين ساھ اچي سنجھيم. تون تہ الائي ڪيڏي ھلي وئي ھئينءَ. ٻي ڪا واھم نہ ڏسي وري چاشنيءَ جا بہ گره کائي پاڻي پيتم تڏھن مسين مسين اھا تڙ ھيٺ لٿي. ائي ڪنوار سونفن جو عرق ڪٿي رکيو آھي تہ اھو بيٺان، من ڪا اوگرائي ٻوگرائي اچي. بدھضميءَ ڪري ھانو ڇڻ جھلجي پيو اٿم. تون ڏيءَ ويٺي آھين جو ڪيڙ ڪريان. سٺي نور جو قسم."

”چاچي ڇو ٿو ڪوڙ ڪندينءَ، پر اهڙو سون ئي گهوريو جو ڪن ڇني، ٻن ٻوڙين ڪاٺ ڪٽي پاڻ ڪي ڇني ڇڏيئي.“

”شاباس هجئي! آفرين اٿئي!!“ زليخان ڏوراپي سان چيس،

”هي وڙ تي ڳالهائين. آءٌ پنهنجي نياڻي سمجهي توسان حال تي اوريان؛ تنهن جو تي بدلو ڏينم.“

”چاچي تون ٻه ايتري ڇيڙاڪ نـہ ٿي، آخر ڇيوسانءِ ٻه ڇا؟“

ٻانهيون پاڻ ۾ هوريان ڪي ڪي ڪري کلڻ لڳيون.

”اٺي ٻڏو ٻيغيون بي حيائون!“ رئيسياڻيءَ دڙڪو ڏيندي چين، ”ديد جو پاڻي سڪي ويو اٿو بيشرميون ڪٿو سنائي دفع ٿيو.“

”اٺي جيجي گهر جي تہ اسان کي خبر ئي ڪانهي.“ ٽنهي گڏجي ڪورس جي انداز ۾ پڇيو.

”اي ڪوهہ اڇي ننڍڙيون ٽيون آهيو. سرفراز ڪالوني ۾ هليا ڪونہ هئاسين؛ جتي پر سال پوٽو ڄائو هو. لمليت ڪونہ پياري هئائون، ٻنهہ ڪي انڌيون آهيو.“

”هائو جيجي هائو. اها ٻيبي نہ جيڪا سدائين ٻينگهي ۾ ويني هوندي آهي.“ جهمٽيءَ جهپڪو ڏيندي چيو.

”هائو نپٽيون هاڻي ڏرو.“ رئيسياڻي پوءِ چاريءَ جو رئو منهن تي وجهي پئجي رهي.

.... .... ....

سيڻ جي حويلي جي در تي پهچڻ شرط جهمٽيءَ ٺونٺ هڻندي بختاور کي چيو: ”اٺي بخمي سون کي تہ ليڇ پئي ٿئي. ٻهرين تون اندر گهڙ.“

”رن ڪُڪِڙ ڪيڏي وڏءِ. سئي ماري هاڻي نوڏل ٻنجڻ ڇڏ. سڌي ٿي اندر هل.“ بختاور ڪُڪِڙ تي هٿ رکندي

چنگھندي وري ڪيس هانو وارو زورائتو ڇنبو وهائيندي چائنٽ ۾ پير رکيو. بيبي زيبل جيڪا پينگهي ۾ ڇپاڙيل سنڌي اخبار جا ٽڪر ڳنڍي پڙهي رهي هئي تنهن ڏيڏيءَ تي سُس پُس بڌي بيزاريءَ سان چيو: ”ائي امان ڪير آهي، ڇاهي؟“ بيبيءَ جي آواز تي جهمٽيءَ ڏيڏي سان ڏند ڪڍي اڱڻ ۾ جهاتي وڌي تہ وري پنيائنس پوپان ۽ بختاور بہ ليٿا پاتاه ”ائي سايون اندر اچو، ڪير ٿو اوهان کان لڪي.“ زيبل ٺوڪ سان چيو. جواب ۾ ٽيئي جڻيون لڦ لڦ جتيون گسائيندي هڪ ٻئي مٿان ڪرنديون ٿاٻڙنديون اندر آيون.

”بيبي، جيجي زليخان سلام ۽ پاڪر ڇپا اٿو ۽ هيءَ پوٽي جي ڄمڻ جي مٺائي ڏني اٿس.“ بختاور تشت اڳتي وڌائيندي چيو.

”ائي امان، لک شڪرانا. الله بخشي ڏيس ڪڏهن ڄائو؟“
”بيبي، هي ٽيون ڇنڇر ٿو ڏسجيس.“
”هان! سون کي تہ ڪا خبرئي ڪانهي. اڄ ڏي اوهان واتان ٻڌان، ڇئجوس تہ اچي مبارڪ ڏيئي ويندس.“ تشت ۽ پوش واپس ڪندي چيائين. بيئي پير نوڪرياڻيون ڪائنس موڪلائي هليون ويون.

بيبي زيبل جنهن جي مناٺ سان سڙئي گهٽي دل هئي، تنهن جي خيالن ۾ گرم جليبيون، گلاب جمون ۽ پيڙي جون سنايون ڦرڻ لڳيون. بيتابيءَ سان کٽي جو پيٽي کوليائين تہ بس الله ڏي پانهو سهي. دستو هڻ سيڄالي ۾ تہ ٽڪر تي پوي پر مجال آهي جو مٺائي پري! قسم ئي اور ٿي نظر آيو. ٽڪيون، موٽيون، توشا، سڪل لڏون. بيبي ڏڪي وئي.

”او لالي!“ رڙ ڪندي ڏيءَ کي سڏيائين، ”امان هيڏي تہ اچ. هيءَ وڏ گهراڻي سان مٺائي آئي آهي سا تہ اچي ڏس. ماڻهو ٿيون مڙيون!“

”عائو امان، اچان پئي،“ لاليءَ ورائيو. ”ائي الا!“

لاليءَ مناٺيءَ کي ڏسندي حيرت مان آڱر ڪنڌي چپن تي رکي. ”امان ڏي تہ لاڏليءَ کي ڏيان.“

لاليءَ مناٺيءَ جو ڏبو ماءُ کان وٺندي اڱڻ ۾ ٻڌل تي پيئل لاڏليءَ ڏانهن وڌايو جيڪا اڳ ئي مٿاڻ تي هريل هئي: سا سڄي مناٺي چٽ ڪري وئي. ۽ نجر تان پئي تہ هن جو هياءُ وٺبو ويو ۽ هوءَ بيهوش ٿي ڪري پيئي.

”ڇا ٿيو! ڇا ٿيو؟“ گهر جا ڀاتي پريشان ٿي وياه لالي پنهنجي لاڏليءَ کي ڏسي روئڻ لڳي. سڪيلڌي ڌيءَ جي سڪيلڌي لاڏليءَ جو اهو حال ڏسي بيبي زيبل وڃي شاهم سائينءَ کي ننڊ مان ڏونڌاڙيو جيڪو آفيم جو روڙو کائي پنڪين ۾ پيو هوه هوچرڪ ڀري ويهي رهيو. ”هان! هان!! ڇو؟ ڇاهي؟“ شاهم سائين گهٻرائيندي پڇيو.

”مڙيئي خير آ سائين. رکيل مناٺي کائڻ سان لاڏلي ڀير تي پئجي رهي آهي. اٿي ڪو ڀلو ڪريو.“

”هون.....! سمجهي ويس، اهو زهرات جو اثر آهي.“ شاهم سائين سوچ مان وراڻيو. ”جلدي ڪري مٺي سوڍا ڏيو تہ ڦڙو گاسليٽ جو وجهي پياريونس.“

شاهم سائين اهو ٽوٽڪو ڪيو تہ ٿوري دير کان پوءِ لاڏليءَ گيئون اکيون کوليون. نماڻا نيڻ کڻي پئي لاليءَ ڏانهن ڏنائين. شام جو پوڙهو ڏنار ڌڻ آڻيو پر هوءَ پڙ ڪڍي بيٺي. مجال جو ڏنار کي ويجهو اچڻ ڏي. لتون هڻي سندس جستي گهاگهر ڇٻي ڪري ڇڏيائين ۽ ڪيس بہ ٻئي ٺاهوڪيون لتون ٺوڪي اڌ مئو ڪري ڇڏيائين. نيٺ ٻارهن رپين جو بازاري کير گهرائي ٻارن کي پياريو ويو تڏهن ڪو ٻارن جو ڪروڌ لٿو.

ٻئي ڏينهن بيبي زيبل سوير ئي سنبري تيار ٿي. ”لالي، آءٌ وڃان ٿي رئيسن کي مبارڪ ڏيڻ، گهر جو خيال رکجانءِ.“

”امان ڪهڙو ضرور پيو آهي وڃڻ جو.“ لاليءَ رسندڙ آواز ۾ چيو، ”ڪني مناٺي ڏيئي اڌ مئو ڪير اٿن وري بہ اوڏانهن پئي وڃين؟“

"اماں لالي، پرايا پنج رپيا ڪابو ويٺي آهيان، سي تہ ڏيئي اچان. پوڇهو مٿي تي ٿيو پيو آهي. ڇا بہ هجي پر هئي تہ منائي. ننگ جون پاڙون دوزخ ۾."

"ڪهڙو اڇي رئيساڻيءَ سان ننگ ٿيو اٿئي؟"

"لالي اماں هاڻي نهيو، وڃان ٿي. هن ويچاريءَ جو ڪهڙو ڏوهہ، اهي نوڪرياڻين جا ڪم آهن. تازي ڪائي ڪٽي پاروٽي ڏنائون." بيبي زينل ٿڌي دل سان ڌيءَ کي سمجهايو.

"ڇڱو، ڀلي وڃ اماں، پر اچجانءِ سگهي. ڪائجانءِ بہ ڪجهہ نہ."

"بس اماں اجهو ٿي اچان." ايئن چئي بيبيءَ، علوءَ جي ماءُ کي گڏجي هلڻ لاءِ چيو، جيڪا چيٽن جو اڌ ٿالهہ مٿي تي رکي لاڏليءَ جا چيٽان ڀارڻ آئي هئي.

علوءَ ماءُ ڀهريان تہ ڪجهہ نہ سمجهڻ جي ڀهاني سان چرڪي جيان وڏو وات ڦاڙيو ۽ پوءِ لاچار هڪڙي ناس هيٺ ۽ هڪڙي مٿي ڪري ڏند کي ڪرڙو ڏيندي پڇيو، "ڪٿي ٿي هلين؟"

"رئيسن وٽ" بيبي زينل پرس هٿ ۾ ڪڻندي ورائيو.

"انهن پينگ پين وٽ،" علوءَ ماءُ چيٽن جو ٿالهہ پٽ تي رکندي هلڪي ڪاوڙ مان چيو، "جن مون کي زڪات ۾ آنو بہ رئازي ڏنو!؟"

"نهيو رن، ڇڏ پراٽيون ڳالهيون. ڇگي زال ٿي ساٿ ڪري هل." بيبيءَ حجت مان چيس.

"اماں لالي منهنجي ٿالهہ جي پارت اٿئي." علوءَ ماءُ، بيبي زينل جي پٺيان پٺيان ڏيڍيءَ طرف وڌندي لاليءَ ڏانهن ايلاز واري انداز ۾ ڏسندي چيو.

"ها، ها ڪو نہ ڪڻندءِ اهو ٿالهہ ۽ پنهنجي امانت پاڻ اچي ڪڻجانءِ." لالي ڪيس دلجاءِ ڏني.

.... .... ....

”اُئي منهنجي جيجل ڌيءُ!“ بيبي زيبل کي ڏسندي ئي رئيسياڻي خوشيءَ مان ڪيڪر ڪندي ڪٽ تان اٿي.

”ڀلي ڪري آئينءَ.“ ايئن چوندي ايڏو تہ ڀاڪر پاتائينس جو بيبي زيبل جي اکين جا تارا ڦري ويا. بدن ڍرو ٿي ويس. ڀانيائين تہ اهو ڪو وڃڻ جو وقت آهي ۽ اڳيان رئيسياڻي جي روپ ۾ ڪو عزرائيل بيٺو آهي. نيٺ اڌ مئو ڪري رئيسياڻي ڪيس ٻانهن کان وٺي وچي پلنگ تي ويهاريو.

”اُئي ڪنوار، منهنجي جانب ڌيءُ سان تہ اڃي ڪيڪر ڪر.“ رئيسياڻي هڪل ڪندي ننهن کي چيو.

”چاچي اچان ٿي،“ ننهنس ڪوٺيءَ مان ئي ورائيو.

”ننڍڙي جا ڪپڙا پئي بدلايان.“

”اُئي منهنجي ڪا جيڏي تي اچي تہ ڀرڪو لڳيو وڃنئي.“ رئيسياڻيءَ چڙ مان بيبيءَ ڏي منهن ڪندي چيو.

”ادي ڏسين ويٺي اڄڪلهہ جي ننهن جا حال، جواب جو سوال پيو پوي. پنهنجيون سرتيون هيڏا متا ڪنيو چڻ سير سير جا ڏوپلا وجهيو اچن، سي وٺن ٿيون باقي تون ۽ آءٌ نٽيون وڻون.“

”ادي واندي ٿي پاڻهي ايندي.“ زيبل سر ڪندي چيو.

”پر ڌيءُ اهي وار ڏٺا اٿئي جيڪي ڳوڙهين ڳوڙهين وانگر مٿي ۾ چڪ هنيو پيا اٿن. آءٌ تہ ڏکيو وڃان. ڪٺي پڇين: ”اُئي ٻچڙيون ڪوهہ ٿيون آهيو. اهو ڇا پاتو اٿو؟“ تہ چون: ”ماسي اِها مگ (وگ) آهي.“ اسان جي بابي ڏاڏي ڀہ اهي ميڪيون ڪون ڏٺيون! منهنجي ننهن کي لڳي مٺيان تہ هاسڪار سندس ساهيڙين جي ٿي بيعزتي ڪريان.“ چيم: ”اسان آءٌ ڪوهہ بيعزتي ڪنديس، منهنجون تہ نياڻيون آهن. اسان تہ اهي شيون نہ ڏٺيون نہ ٻڌيون.“

رئيسياڻي زليخان ڳالهايو پئي تہ ننهنس ٻہ ڪڪو هنج ۾ ڪري آئي، ”ماسي، بسم الله ڀلي ڪري آئينءَ.“ زيبل کي ڪيڪاريندي چيائين.

"ڏيءَ توکي مبارڪون هجن ڪڪي جون. الله بخشي بچائي ڏيئي. جيئن ئي خبر پئي اتم تيئن ئي آئي آهيان." زيبل ڪيڪر جو جواب ڏيندي چيو.

زليخان جهپٽو هڻي ڪڪي کي ننهڙس کان وٺي زيبل جي هنج ۾ ڏنو. بيبي زيبل جيڪا اڳيئي انهيءَ موقعي لاءِ تيار هئي تنهن پرس مان ڏهن جو نوٽ ٻاهر ڪڍيو. ڪڙڪ نوٽ ڏسي رئيسياڻيءَ جون واڇون مڙيئي ڪنن ڏي رڙهيون. چيائين: "ائي ادي ڪوهه پئي تورا چاڙهين؟"

"ادي اهڙا تورا شال سدائين چڙهن." زيبل وراڻيو.

"ائي بختاور" رئيسياڻي رنڊڻي ڏانهن منهن ڪندي رڙ ڪئي، "بيبي ڪاڻ ڪا چانهه پاڻي ڪٺي اچ."

"حاضر جيجي!" ٻانهيءَ اندر ڪمري ۾ ايندي چيو،

"بوتل وٺي اچان؟"

"ائي سچائي نه بيبيءَ کي!؟" زليخان بوتل واري ڳالهه اٿ ٻڌي ڪندي پڇيو.

"هائو جيجي ڇو نه!؟" بختاور ڪٽيل ڪمود جهڙا ڏند ڪڍندي چيو، اڄان ڪالهه ته منائي ڏيئي آئي آهيان."

"ها اسان،" زيبل ايئن چيو ڇڻ ڪا وسريل ڳالهه ياد پئي هجيس، "منائي ڏاڍي سٺي هئي؛ اصل حاڪمائي. چپ سان پئي پري، تنهن ته پنڌ وڌو!!"

زيبل جي ٽوڪ کي زليخان جي ننهن سمجهي ورتو جو شرم کان سندس منهن ئي لهي ويو پر سسٽس نه سمجهيو. تيئن خوشيءَ ۾ ڏيڏريءَ وانگر ڦونڊجي وئي ۽ تيز وکون کڻي رڌڻي ۾ بختاور کي وڃي جهليائين.

"سيڻن مٺي ڪڏهن بي سورو ويهڻ ڏنو آئو؟ بوتل اِها پيئندي ته پيون نور وانگر ويهي ڏسنديون ڇا؟ ڏيڍ رپئي لڳي پئي آهي بوتل چار کن ته اچن. ائي گهوڙت!! ڇهه رپيا. مائي مانڙي ڪري چانهه جي ڦڙي ڪٺي ڏاهه، آئون به هڪڙو

ڪيپ ڪٽي ڀيٽنديس، سستي ٿي پئي آتم، هڏن مان ٽڙڪاٽ
پيا نڪرنم.“ زليخان آرس ڀڃندي چيو، ”ٿو ٻيو ٻڌ، اهڙي
جهڙي وهائي وانگر گول گول ٿيا پيا آهن آهي گرم ڪري
چانئم سان گڏ آڻي رک.“

”جيجي!“ بختاور عجب سان پڇيو، ”اهو وهائي وارو
ڇا آهي؟“

”ڏوڙ پوڙو هوريان ڳالهايو“ رئيساڻي سيني کي ڳڏ
ٻڌيو، ”وهائي وانگر ڪونهن؛ جن ۾ قيمو ڀريل آهي.“

”ها جيجي ها، جهڙي ڏهه ٻارنهن ڏينهن اڳ ڪراچيءَ
مان گراري واري مائي وٺي آئي هئي نه!؟“

”اٿي هائو هائو، فرج ۾ پيا آهن جلدي ڪري وٺ.“

”آئي جيجي!“ بختاور فڪرمنديءَ سان چيو، ”ڪالهه
رئيس نئدي فرج کوليو ته چيائين: اڄ ڇڏيو انهن ۾ ڀيٽ آهي.“

”اٿي سٽس مان ڇٽ آئي هوندس. ڪوهه لاءِ اڇلين.
هاري ڪان ڀتا چڱا آهن. انهن کي ڀا آهي. انهن ڏنا آهن
اهڙا ڇا ڏيندا آهن؟ مڻائي ۾ ته ڪيڏون تنهن لاءِ ڪري ته پنڌ پيئي.“

هن پنهنجي ٻر ۾ گهٽي هوريان ڳالهائڻ جي ڪوشش
ڪئي پر سندس ڦاٽل ڏڌل جهڙو آواز ٿڌهن ٻه وڃي تنهٽس
جي ڪنن تائين رسيو. تنهٽس نه ڪٽي ڪم نه تم ڪڪڙ
زبيل جي حوالي ڪندي سڌو رڌڻي ۾ وڃي سس جي ٿڌان
ڪڙڪي. بختاور جهڪا ٽٺي تي ٻيٺيز گرم ڪري رهي هئي
تنهن کي چيائين: ”هي ٻيٺيز کڻي در کان ٻاهر آڇل.“

”ڪنوار، جيجي ساڻس جو حڪم آهي ته ڪوسا
ڪري کڻي اچان.“

”آءٌ ٿي ٿو ڏي چوان، خبردار جو اندر کڻي آئي آهين.
آڇل نه ته رئيس کي خبر پئي ڪل لهرائيندي سانءِ. الله ماريءَ
وانگر ٻارنهن ڏينهن پيٽيز هليا آهن. ڪنهن غريب کي
ماريندين ڇا؟“

"آئي تون ڪوه ٻري وئينءَ." رئيسياڻي، جنهن رنڍڻي ساڻ اڳ اسٽور مان چانهه لاءِ کنڊ جا چمچا ڳڙي ڳڙي ڪڍيا ڪاوڙ مان چيو، "تنهنجو نالو ته ڪونه ورتوسين؟"

"تنهنجو نالو چو وٺندا. مان ته سچ ٿي چوان. مٺائيءَ جا به ته پاڻ سين کي منهن تي ويهي پونڊا گهڙيائين. ته به نه سمجهئي. ان کان وڌيڪ ٻيو ڇا چوندي! سڀ ڪجهه اتي پيو هوندو چاچي، ايمان ڪريو. جيئن جهجهي دولت تيئن وڌيڪ بک!" تنهنس ٿورو تکائيءَ مان ڳالهايو.

"ائي تون ته ڏاولن جي آهين، اسين ته بکين جا آهيون." سسڻس ٿڪائي وندرائيندي چيو.

"چونه آهيان ڏاولن جي. جڳ جهان به چوندو." انگيءَ مان خرچيءَ وارا ڏهه رپيا ڪڍي جهٽيءَ ڏانهن وڌائيندي چيائين: "چار بوتلون ۽ بسڪيٽ وٺي جلدي موٽ."

.... .... ....

پيرين زيبل سهي وانگر ڪن آيا ڪيو رڌڻي مان ايندڙ آواز ڏانهن لڳايو ويٺي هئي، تنهن ڪنوار کي ڏسي مشڪندي چيو: "بس ڙي اسان، ڪٿي چور سجان ڪٿي ڏور سجان. تنهنجي سس به زور آهي."

"بس ماسي، ڪهڙا سور ڀڏايانو، مڙئي پيو وقت پاس ٿئي." ڪنوار شرمساريءَ مان وراڻيو.

"ائي اسان تون ڏيءَ آهين، توکان ڇا لڪايان." ڳالهه کي وزن ملندو ڏسي زيبل جي همت وڌي: "مٺائي کائڻ سان هيڏي ساري ڳئون بيهوش ٿي وئي. الله ڪٿي ڪو وسيلو ڪيو نه ته وسن جهڙي ڳئون ٿي هٿن مان وئي. ٻارنهن رپيا ڏيئي دڪان تان چار سير کير گهرايم؛ سي به گهوريا پر ٻار گهر جي کير تي هريل سي راتوڪي رات ۾ پاؤڊر ۽ پائيءَ وارو کير پي بيمار ٿي پيا دست اٿيون

ٻيھن ئي نہ، اھي سور جدا ڏسڻا پيا. سون سان نسورو ويل
ٿي پيو.“

”بس ماسي: ڏٺي ڪٿي خير ڪيو. آءٌ بہ توھان ڏي
سنبريس پئي. لاليءَ سان تہ ھڪ پيرو ملاقات ٿي ھئم باقي
توھانجي ننھن ڏسڻ جي ڏاڍي سڪ اٿم.“ ڪنوار ڳالھہ بدلائڻ
خاطر چيو.

ايتري ۾ بختاور بوتلون ۽ بسڪيٽ آڻي آچي اڳيان
رکيا. رئيسياڻي زليخان بہ پنيائنس سھڪندي آئي. ”ائي
زيب، خوش تہ ويٺي آھين؟“ ايئن چوندي پلنگ تي ٿي ويٺي،
”آءٌ ساھي ٻيھڻ ئي نٿي ڏيئنم. نوڪرياڻين سان متٿو پئي
ھنيم. منيون ڪجھہ سمجھن ئي ڪين ٿيون. جيئن مولودن
تان موٽي آھيان، تيئن سگھي ڏينھن ڪاٺ پئي سيڪيان!“ ايئن
چوندي زليخان ٽراليءَ تي لامارو ھنيو. ڪجھہ بسڪٽ وچي
ھيٺ گلم تي ڪريا جيڪي علوءَ ماءُ سيڙي ڪٺي ڪوھہ
جھڙي وات ۾ وڌا.

زيبل اجھان ھڪ بسڪٽ مس ڪاڏو تہ زليخان ئي
ڪائي بوتل اوتي بڪايل ڊڳيءَ وانگر خوفناڪ اوڳرائي زيبل
جي منھن منجھہ ڏيندي چيو: ”ماءِ ھاءِ، ھيئنون ئي ٺري پيم!“

زيبل جو روح ئي ڦري ويو. ساھہ ڪٺي گھٽيائين ۽
ھٿ وارو بچيل بسڪوٽ علوءَ ماءُ جي ترڪيءَ تي رکيائين
جنھن سوڙو ڏيئي ڦڪي ڇڏيو.

”ادي زيبل اڳاري ٿي پئي اٿم پانيان تہ وچي ڦڪي
ڦڪيان.“ زليخان لاڳيتيون چار پنج ڪنيون اوڳرايون ڏيندي
وري ڪمري ڏانھن ويئي.

”چڱو ڪنوار امان، ھاڻي آءٌ بہ ھلان ٿي.“ بي بي
زيبل علوءَ ماءُ ڏانھن ڏسندي برقعي ۾ ھٿ وڌو. ڪنوار بہ
وجھہ ڏسي ڪاغذ ۾ ويڙھيل رئو ڪٺي زيبل کي ڏيندي چيو:
”ماسي ھي رئو آڻيو، منھنجي طرفان تحفو.“

"امان، ڇو ٿي هلاڪيون ڪرين." زيبل قرب مان چيس.

هلاڪين جو لفظ ٻڌي رئيسياڻي جا ڪجهه فاصلي تي ويٺي هئي تنهن ٽڪي ٽڪڻ کان سواءِ ٻي پويان پير ڪيا.

"ائي ڪوهه هلاڪيون آهن. جهڙي هيءَ تهڙي آءٌ، اها به ته منهنجي پٽ جي زال آهي. ڪنوار ياد گيري ڪئي؛ مونکي وسري ويو سو توکي ڪٿي ڏنائين. منهنجو مغز ته جيئن سولودن تان آئي آهيان تيئن آهي ئي ڪونه." هن ٻيڏيءَ اک سان رئي کي ڏسندي چيو.

"ڇو ادي خير ته آهي، ڇا ٿيو سولودن کي؟ سوير به سولودن جي ٿي ڳالهه ڪيئي." ٻيبي زيبل رئو علوءَ ماءُ کي جهلڻ ڪاڻ ڏيندي پڇيو.

"ادي، الله رسول جا وٺي اهڙا ڏپ ڏياريا اٿن جو منهنجا رات ڏينهن ويا پيا آهن. پانيان ته هڏا پيا ٽڙڪ ٽڙڪ ڪن."

"ادي ڇو پيا ٽڙڪ ٽڙڪ ڪن!؟"

"پيٺ سولودياڻيءَ صالحان ٻيبيءَ چيو ته زمين تي وڏائيءَ سان نه هلو. قبر ۾ اهو ساس ماڪوڙا ءِ تڏيون ڪائينديون. پوءِ اهي هڏا ٽڙڪندا سو ادي آءٌ ته ڳري زال، پانيان ته اها تعدي جيٺري ئي مونسان پئي ٿئي."

"ادي ان ۾ ڏپ جي ڪهڙي ڳالهه. موت ته سڀ جي مٿان بيٺو آهي ڪي اوير ڪي سوير. هي ته صالحان ٻيبيءَ ثواب ڪنيو جو اسان جهڙن انڌن کي واٽون پيئي ڏسي."

"تون پيٺ ويٺي آهين زيبل؛ سڀ سچ پئي چئين، پر پيلي منهنجو حال ڪونه آئي. رات جو ننڊ مان گهوڙا گهوڙا ڪيو اٿان. پانيان ته ماڪوڙا پيا ٻڌين، تڏيون ٻيون چڪ هڻن. رات به گوريون سڄيون ننڊ جون کيڌم تڏهن به پانيان ته هڏن مان ٽڙڪات پيا نڪرن. پٽ چيم ته ماليخوليا اٿئي، هاٿي وچان ته ڪيڏي وڃان."

”ادي رب رحم ڪندو. تون وهم ڇڏي ڏي.“ ايئن چوندي زيبل برقعو پاتو.

.... ... ....

سس ننهن زيبل کي آساٽي واپس آيون. رئيسياڻي جنهن جي منهن تي ڪجهه دير پهرين رسمي خوش اخلاقي هئي سو ڦري نر ڦوڙو ٿي پيو. ڪنوار به ڊري ۽ وسائيل هئي. ڪيس اچڻ وارين حالتن جا پسڻ پئي پياه. آخر اهوئي ٿيو. رئيسياڻيءَ ڦاٽ ڪاڏو: ”اڙي اهو ڪو تي رئو ڏنئي؟ آئون نه ڏسان ها ته اِهو اڪائي تي ڏنئي. ڪو ٻٽ ٿي هيئر پرڻائيئي ڇا جو رئو تي ڏنئي؟“

”چاچي مونکي ماءُ وانگر سيڪ ڏنائين تڏهن ڏنو ماس ڪا وڏي ڳالهه ته ڪانهي. عزت ته توهانجي ئي گهر جي ٿي ڪا امان جي ته ڪونه ٿي!“

”اڙي آءٌ اجان جيئري ويٺي آهيان. رستو منهنجو. تون پنهنجا رستا ڳولي هٿ ڪر. خوشي منهنجي ڪنهن کي ڏيان يا نه. چاليهن ريين جي پوتي ڪيڏي ڪٽي ڏني اٿئي! هيئئون ئي سڙي ويم جيڏيءَ مهل پوتيءَ تي نظر پيم.“

”چاچي اوهانجي ته ڪانه ڏنيم. مونکي پنهنجي ماءُ ڏني هئي سا ڏنم.“ ڪنوار منهن سڄائيندي چيو.

”اڙي مائيءَ سڀ ڪجهه ڏيئي ڇڏينس.“ رئيسياڻي دوري پوندڙ لهجيءَ ۾ ڳالهايو: ”اِهي نئون بولا، دهريون، پازيب، ساڙهيون سينڌل جيڪي ڏيڙ اٿئي، سڀ ڏي زيبل کي. مون به زيبل جي ڇڇر ڇڏي. اِها آئي توکي آءٌ ايئن سمجهنديس ته ماڻهين ڏاج ۾ ڳنڍائي هيئه.“ ايئن چوندي زليخان جوش منجهان بختاور ۽ جهمنيءَ کي سڏ ڪيو: ”ناس ٿيون ڪيڏي ويون. اچي پيڙيون ڏيونم. پنهن کي مڪون هٺوم ته اوڳرائي اچيم. هانو تي بار چڙهيو پيو آهي.“ ايئن چوندي ڪٽ تي ٿي ويٺي ۽ چلمچيءَ ۾ ڇپاڙيل ڦوڙا ڦٽي ڪيائين. ”اڙي بختاور

ڪٿي آهين، موت پئي هيڏي آءُ." بختاور سڏ پڏي به ڪن
لاٿار ڪري ڇڏي ۽ جهمٽيءَ کي چوڻ لڳي: "ائي ڏسين
ٿي اها مُئي مڙهانگ به گهڙيون آرام ڪرڻ نٿي ڏي. سائي
اسين به نه ماڙو آهيون ڪي لوهه جا ٺهيل ڪونه آهيون."
"ادي پاڻ کي نه ڪنوار کي ڏسڻو آهي. تازو ڪڪو جايس
نه ريشمي وڳا لڪائي پاڻ کي ڏنائين. انجي سر ڪاڻ نه
انهيءَ کوڳب جا سور سهايو ويٺيون آهيون. هل نه پٺي
پيڙهيون ڏئي اچونس." جهمٽيءَ بختاور کي سمجهائيندي چيو.
"مُئيون رستو ڏسي ڏسي منهنجون اکيون پيون سور
ڪن. پنهنجو نه خيال ڪونه ڏو پئيو." رئيسياڻي گوهه وانگر
ور ڏيئي اونڌي ٿي پيئي. ايتري ۾ پوپان به جيڪا واڙي سان
کير ڪٽڻ وئي هئي تنهن به چئونري رکي اچي بختيءَ ۽ جهمٽيءَ
سان گڏجي پوڙهيءَ جي پنيءَ پيرن ۽ چيلهه تي مُڪن جو
مينهن وسائي ڏنو، ڇڻ انهيءَ بهاني سان اڳيون پويون ڪرون
ڪيڻ جو ارادو هون.
"اين .... اون .... پائو." رئيسياڻي ڊگيءَ جي رانيات
جيان هڪ خطرناڪ اوگرائي ڏني جو ٽيئي پانهيون ڇرڪي ويون.
"ائي جيجي اهو ڪهڙو مرض آهي جو پنن کي مُڪ
هنئي اٿئون نه پائو پائو پئي ٿئي؟" جهمٽي پڇڻ کان سواءِ
رهي نه سگهي.
"صدقي ڪيون: مرض لڳيو ستن پيڙهين کي، مون کي
ڪو ٿئي."
"جيجي پوءِ ڪارو لوڻ ڇو نٿي کائين؟" پوپان جيڪا
پيرن پر ويهي ڏنگن کي پيڙيون ڏيئي رهي هئي پڇيو.
"آئي مُيون ڏسو نٿيون نه اڳيئي، 'بليڊ سنڌر' اتم
وري لوڻ کارائي هٿن سان ٿيون ماريوم."
رئيسياڻي زورائتي لت هڻندي پوپان کي دت تان هيٺ
ڪيرائي ڇڏيو.

”سائڻ هو سڪل پنجرائڻ هڏي جهڙو ڏاڪدر جو سدائين وات پيو چوريندو هو سو ڇو نٿي گهرائين؟“ ٻختيءَ جهمٽي ۾ ٻوڍان جو حشر ڏسي ڏڄندي ڏڄندي صلاح ڏني.

”ائي ٻختي ان مٺي جا هوش حواس موڪلائي ويا. پيري وٺي ويس. هٿن سان ٺيون ماريوم. ابتيون سبتيون سيون هٽي وينو ماٺهو ماري.“ رئيسياڻي ڪنجهندي وراڻيو.

”چاچي خير ته آهي ڊاڪٽرن جون پيون ڳالهيون نڪرن؟“ ڪنوار فڪرمنديءَ سان پڇيو.

”ائي هاڻي ٺهيو ٺهيو. ماڻهين ته تعويذ ڪري هي حال ڪيو آٿم. هاڻي ٺريو ويٺي آهي.“

”چاچي تڪليفون ڪي تعويذن سان ٺينديون آهن ڇا؟ اماڻ ويچاري ته در ڪان ٻي ٻاهر نه نڪري سو توهان تي تعويذ ڪرائيندي، اهي وهم وسار.“

”تون ڪير آهين مون کي نصيحت ڏيڻ واري. مون کي به ته واوءَ پوٻي ڇيو آهي ته تعويذ اٿئي روز پئي ڳرندي وڃين.“

”چاچي جيئن وڻئي تيئن چئه، وڏي وات اٿئي.“

”وڏي وات! ڇا چئي؟ آئي وڏي وات ڇا کي چئبو آهي، اهاخبر اٿئي؟ بي-اي پڙهي آهين پر ڪڙهي ناهين مون کي وڏين واڻن جا پئي ڏس ڏين. اهو شان هوندو ماڻهين جو، انهيءَ کي وڏي وات ڏيکار.“

”آءٌ ته سمجهي نٿي سگهان! الائي ڪهڙا مطلب ويٺي ڪڍين؟“

”تون ڪوهه لاءِ سمجهين. توکان ته تنهنجو ڪير پيو وهي. ڦيٽان وجهي سڄو سارو منهنجو ٻچو ٻانهون ڪري ڇڏيو اٿئي. مون کي ڏسيو آکيون هيٺ ڪيو ڇڏي. مون کي ڪا پرواهه به آهي ڇا سندس. آءٌ به سڄي ملڪيت پنهنجين نياڻين کي نه لکي ڏيان ته منهنجو نالو به زليخان ناهي.“

”چاچي وڃي لکي ڏيون. مون کي ڇو ٿا ٻڌايو. پنهنجو

ٻُڌ آئون پاڻ ڄاڻو.“ ايئن چئي ڪنوار پنهنجي ڪمري ۾ هلي وئي ۽ رئيساڻي نوڪريائين کي تڙيون ڏيئي پري ڪري پاڻ ڇلم پيئڻ ويهي رهي.

.... .... ....

”ٺڪ ٺڪ ٺڪ“

”ائي بختاور ڏس ته در تي ڪير آهي؟“

بختاور ڊوڙي در ڏانهن وئي ۽ دعوتي ڪارڊ کڻي آئي.

”جيجي، گنجي مٺي وارو ٿلهو ڀائي؛ هي ڪاڳر ڏيئي ويو آهي.“

”ائي منهنجي اکيان ڪاڳرن جو نالو نه وٺ. سڌ ڪيو ڪنوار کي ته پڙهي.“ زليخان ڪارڊ ڏسي دهلجي وئي.

”چاچي خير ته آهي“ ڪنوار اندر ايندي پڇيو.

”ائي امان سدائين خيرهجي. هي ڪاڳر الائي ڇاجو آيو آهي. مولودن جو ته ڪونهي؟“

”ها چاچي واهه جي ڳجهارت ڀڳئي. ڪلهوڙن مان آيو آهي. ميلاد ڪيو اٿن سياڻي شام جو ستين وڳي.“

”مائي مون بس ڪئي. منهنجا ڦقڙ ٿا ڪنبن. اهي روز روز جا واعظ مون کي ڏڪائن ٿا. تون وڃي ڀر پيرڀري اچجان. ثواب جو ڪم آهي.“

”چاچي ايتري دير آءٌ نندي پار سان ڪيئن ويندس؟“

”ائي جهجهي ويهڻ جو ڪهڙو ڪم. تون ماني جي ٽائيم تي وڃجانءِ.“

”چاچي ماني گهر ۾ ڪونه آهي ڇا؟ سچي سردار جي ساراهه نه ٻڌيسين ته وڃي ڇا ڪيوسين؟“

”پر امان 'رواز' جي ڳالهه ٿي ڪيان. تازو هيئنر ڪاٺي خان جي گهر ٻه ڏنم ته نوين سوڊو ٻه زالون پئي آيون. ڪير جي پڇين ته دير ڪوهه ڪيو؟ چي: ”اسان ٻين دعوتن تان پيون اچون.“

”چاچي مون کي ته شرم ٿيو اچي ماني کائڻ وڃڻ.“
”ڏهيو اسان مون بس ڪئي. جي طاقت ساريم ته پاڻهي ويندس تو کي منهنجي رستن سان قدم کڻوئي ڪونهي. آءٌ وٺان ته منهنجو راڄ به وٺي.“

ڪنوار جواب ڏيڻ کان سواءِ ٺي پنهنجي ڪمري ۾ هلي وئي. ايتري ۾ وري در تي ٺڪ ٺڪ ٿي. پاڻهي وئي ۽ ٻيو ڪارڊ کڻي آئي.

”جيجي هي متياريءَ جي سيدن جو ڏليور عيد ميلاد جو ڪاڳر ڏئي ويو آهي.“

”ائي نياڳيون، نپٽيون ڇيو مانوَ ڪون ته مون کي ايهي ڪاڳر نه ڏيکاريو. انهن ڪاڳرن سان منهنجو هيانءُ ٿو ڦاڻي. وڃي ڪنوار کي ڏيو. رکي نه رکي سندس مرضي.“ رئيسياڻي پلاند مان ڦوٽا ڇوڙي تڪڙي تڪڙي ڇپاڙڻ لڳي پوءِ گيت ڏيندي پاڻهيءَ کان پڇيائين:

”ائي بختاور اهي وري ڪڏهن کان ميلاد ڪرڻ لڳيون؟ اسان به اچو مٺو آندو. ٻه عيدون ٻڌيون سڻيون سين، اِها عيد ميلاد وري ڪوهه؟ اڳي مڙسن منجهه مولود ٿيندا هئا. هاڻي وريو چون عيد ميلاد. مناسين مائي! منهنجو به ساڻن نانين ڏاڏين کان رستو آهي تڏهن ته ڪون ڪيا هيائون اِهي ميلاد.“

”ائي جيجي اهو ميلاد جو ڦيشن اچي هن خلق وڌو. تنهن لاءِ ڪري گهر گهر ۾ ٿا ميلاد ٿين. ڪلهوڙن . ﻪ ﺳﻪ ديه دیکيءَ ۾ نئين بنگلي جي خوشيءَ ۾ ميلاد ڪرائو آهي.“

”اِي ٥ﻪ ﻉ اسٮ ﭼﻮﻧ ڪريون؟ اسين ڪنهن ڪانهي ۽ ڪلهوڙن کان گهٽ آهيون ڇا؟ سگهي ٿي نه پوڙهو جايو اٿم چونم عقيقي سان گڏ ميلاد به ڪرايون. ڦيشن جو ٿيو. مون به سڄي چمار ڏٺو آهي. ستر ۾ ٻهتي آهيان، ڪو مفت

جنهن ڪري ڏنو هئم. ماڻهن کي ته نينگر جي ٿوهر جي به
خبر نه پئي، اها ڊاڪٽرياڻي امينا چڱي ملڪ الموت ساماڻي
آهي جو جهٽ سان ٻئي ٻڪر ٻوسات ۾ معصومڙي جي ٿوهر به
ڪري ڇڏيائين. اهڙا ڇوڏهن پندرهن جو هجي ها ته ڳاڙهي
گوڏ ٻڌي گهوڙي تي بيهڻ باجن سان سرڪس ڪري ها
ته لوڪ ۾ به واهه واهه ٿئي ها. ائي مٺي جهمٽي ڪنوار
کي سڏي وٺ."

"چاچي خير؟" ڪنوار اچي ڪائنس پڇيو.

"آئي امان مڙسهين اچي ته چئينس ڪاڳر ٺهراءِ سيني کي
ميلاد، عقيقي ۽ نينگر جي ٿوهر جي خوشيءَ جو سڏ گهرائي."

"پر چاچي پوءِ ته چار ٻڪر ڪسندا، ٻه عقيقي جا،
هڪ ٿوهر جو ۽ هڪ ميلاد جو."

"آئي چئن کي ڪٽي ڇڏ، ماڻهو اچي ڪلون گهٽيندا ڇا؟
عقيقي لاءِ هڪ ٻڪر ڪافي آهي. ڪنهو ته ٻيو ٿورو ڪليو
گوشت به گهرائي وٺنداسين."

"چاچي سنت ۾ ته ٻه ٻڪر آهن هڪ ۾ عقيقو ڪيئن
ٿيندو؟"

"مائي سنت ڪير ٿو ڏسي، اڄ ڪلهه ڪير پورا ڪري
ٿا ٿين. ايڏو سيڙو ٻڪر به ڇهين سوين کان گهٽ ڪونهي.
هاڻي وڃي تياري ڪر. مڙسهين اچي ته انهيءَ سان صلاح
ڪري تيسين ويهه ته آئهين ڙالن جي نالن جون لسٽون لکرايانءِ،
جن سان ڏيڻ وٺڻ جو رستو آهي."

# ڏکو پيرپيران

زيبل صبح سان پيري ڪپڙن جي ڪنيو، سونتيءَ جي ستڪ ستڪ لايو ويٺي هئي اڄ مڙئي ڪجهہ موڊ ۾ هئي جو پنهنجي جواني، ديواني، مستانيءَ جي زماني وارو راڳ ٻہ جهونگاري رهي هئي.

”آتا هي ڪون؟ جاتا هي ڪون؟ چُپ چُپ ڪي، هان هان چُپ چُپ ڪي، ميري سامني.“

’چُپ چُپ ڪي‘ چوڻ مهل وري ڪپڙن کي اهڙيءَ طرح پاٽ ۾ تي ستڪا ڏياريائين جڻ ڪپڙن مان بہ ’چُپ چُپ‘ جو آواز پئي نڪتو، جو شايد انهيءَ راڳ جي طرز سان ڪنن کي ڀلو پئي لڳس. انهيءَ ڪري تہ گهڙيءَ گهڙيءَ پئي ورجايائين:

”هان هان چُپ چُپ ڪي.... ميري سامني.“ ايتري ۾ در تي سونڊر جو وڏيرڪي اسٽائيل وارو زورائتو هارن وڳو:

”پان .... پان .... ن .... ن .“

”ڦئوووت.“ زيبل بہ هارن وانگر ڦوت ڪئي. سندس موڊ خراب ٿي ويو ۽ خار ۾ زور زور سان پوڻيءَ جي چلڍيءَ تي نل جي هيٺ رکي برش سان رهڙڻ لڳي.

”جهڙي پاڻ چيگري تهڙو سندس اولاد. ’چوغم‘، لايو ڪپڙن جي پيڙي پوڙيو چڏين.“ پنهنجي منهن پٽڪيائين.

”پان .... ن ن ن پان .... پپ.“

هن پيري رهندو زورائتو هارن وڳو. ”وٺ پئين، ڪن کائي چڏيا آئن. ڪهڙي گهل پئي آئن صبح ساڻ.“ زيبل ٻچان مان پاٽمرادو ڪرڪي. وري پنهنجي ئي ٻچان بابت سوچ ورائي ويس تہ اها چو تي ٿئي؟ ٻار بال سان راند ڪندا تہ بہ پئي ٻچان ايندس ۽ رڙ پئي ٻوليس تہ مغز ٿو ڦاٽي ٻالڻ جي

ٽڪ ٽڪ نہ ڪريو. سيٽي وڄائيندا تہ بہ پٽي واڪا ڪندي تہ ڪيس ڇريو ڪري رکندا، پٽي چوندي: بند ڪريو اها رون رون.... هٿ ڪندا تہ بہ پٽي جڪ کائيندي تہ مغز ۾ پان پان ۽ ڌم ڌم پئي ٿئي. ڪنہ ڪم ڪار بہ نہ ڪرڻ سگهندي. ايئن ڇو ٿو ٿئي.... شايد.... شايد اها پيري. هن ڏچندي ڏچندي سوچيو.

”نہ، نہ.... اهي پيريءَ جون نشانيون ناهن.... سان اڃان ڪراڙي ٿوروئي ٿي آهيان.“ هوءَ پنهنجو پاڻ کي ڏڍ ڏيڻ لڳي: ”اها شڪايت تہ ڪمزوريءَ ڪان اٿم.“ هوءَ پنهنجو پردو رکڻ لڳي پر پردي جي ڪنڊ لاشڪ تہ هوا جي تيز جهوٽي سان ڪجي وئي هئي.... ۽ هن ڏٺو تہ هڪ اُن سان جي نندڙي نينگر پنهنجي ڪراڙي ڏاڏيءَ اڳيان ڪهڙي ڪهڙي پير جي ٽڪڙيءَ واري جسٽي سيٽي لڳاتار ٽرڙ.... ٽرڙ.... ڪري وڄائي رهي هئي. ڏاڏيس ڪيس هسٽيريائي نموني سان ڇڻڪي رهي هئي، ”نہ وڄاءِ ڙي نہ وڄاءِ، منهنجو مغز ٿو ڦاٽي!“ ۽ هوءَ ڏاڏيءَ ٻي لچندوڙسي ٽيئن تکيون سيٽيون وڄائڻ لڳي هئي.

حيرانيءَ سان ٿي سوچيائين تہ ڪراڙين کي اهي راندين جا راحت پريا آواز ڇو ٿا آئڙن، جڏهن ڪيس تہ ڏاڍو مزو ٿو اچي ۽ ڪائي مغز ۾ جڪ نٿي محسوس ٿئي!! پل جي جهاڪ ڏيکاري وقت جي چار ۾ اُتيل پردن پويان نندڙي نينگر گم ٿي وئي.... اها هوءَ پاڻ ٿي تہ هئي.... تڏهن ڪيس اها خبر ٿوروئي هئي تہ اهو وقت مٿانئس بہ اچڻو آهي.

دماغ سان پنهنجي حالت جو چڱي ريت جائزو وٺڻ کان پوءِ بہ نديڻ جون اهي ڳالهيون سندس دل کي بي معني ۽ ٻاراڻيون پي لڳيون.... هاڻي تہ هوءَ اڌ وهي ٽان ٽپي چڪي هئي. ”پلا هرو پرو جي پان پان ۽ ٽان ٽان ڪنهن کي وڻندي!“ هن سوچيو، ”انهيءَ ۾ پيريءَ جو تہ ڪو سوال ئي ناهي.“

ايتري ۾ ڊيڊيءَ مان ڪنهن جهاتي وجهي سڏ ڪيو، ”ادي زيبل، ويٺي آهين نه؟“

”هائو ادي، هائو“ زيبل وراڻيو ۽ تڙ تڪڙ ۾ پنهنجا صابڻ هٿا هٿ سٽڻ سان اگهندي، ڪنجيل ور هيٺ ڪري، منهن تي لڙي آيل ڪتل وارن جون چڳون وانگوڙي ڪري جائتيون ڪيائين ۽ ڪليءَ ۾ ٽنگيل رئو لاهي سنوڙي پسيل چولي جي مٿان ڇاتيءَ تي پکيڙي وهنجڻي مان ٻاهر نڪري ڊيڊيءَ ڏانهن وئي. اتي شريفان کي ڏسي ڪيس ڀاڪر پاتائين ۽ چوڻ لڳي: ”ڀلي آئينءَ، جيءَ آئينءَ.“

”آءٌ ته سرڳو مونجهيو پي ويس. ٻه ڀيرا ڊرائيور هارن وڄايو. ڪو جواب ئي ڪون آيو. گهر ۾ جهاتي وڌم ته به ڪير ئي ڏسڻ ۾ ڪون آيم. وري سوچيم ته سڏ ته ڪري ڏسان ضرور ڪو نه ڪو هوندو ۽ ائين کليو گهر ڪيئن پيو هوندو؟“

”مون ته پيڻ ڪپڙا ويٺي ڌوتا، موٽر جو آواز ته ڪن تي پيم پر اها ڪهڙي خبر ته اها پاڻ تو واري هئي، تو ڏانهن ته ڄڻ ڪن ئي ڪونه هيم.“ ائين چئي، زيبل آڳڙ ۾ نم جي ڇانو هيٺان پيل کٽ تي شريفان سان گڏجي ويٺي.

”ڀيڻ ٿڪجي پئي آهين ڇا؟“ شريفان، اونهو ساهه کڻندي ڏسي پڇيس.

”بس ادي گهر جا ڪم جو ٿيا، جيسين ساهه آهي تيسين پيو منهن ڏبو اڃا ته رڌڻ پچائڻ، ڇنڊ ڦوڪ، ٿانو ٿپا سڀ ڪم ڪرڻا اٿم.“

”اڳئين ڀيري آئي هيس تڏهن ته اوهان وٽ نوڪر نوڪرياڻيون به هيون؟“ شريفان پڇيو.

”اڳيان وقت ويا گذري.“ زيبل ٿڌو ساهه کڻندي وراڻيو، ”تڏهن ته ڪک ڀڃي ٻه ٻيڻو نه ڪيم. مار پوين هينئر ته راڄ آهي مزورن جو، سو نوڪر ڪٿان لڀن. ڳولهيو ته لڀي ڪونه ۽ وري لڀي ته مطالبا ۽ نخرا اهڙا اٿن جو مات

ڪيو ويٺي هج."

"اسان جو ٽائيم پيو پاس ٿئي."

"ادي اوهين ته ٽيو زميندار ماڻهو، پنهنجن هارين نارين وارا. اوهان کي ڪهڙي ڪاڻ، هڪڙا وڃن ته ٻيا اچن."

"ائي ادي ڪهڙا سور ٻڌايانءِ. هرڪا هارياڻي پنج پنج ٻار ڄڻيو اچي رهي، سو مون کي ڪهڙو سک هوندو. آءٌ ته ويل جي منهن ۾ آهيان." هوءَ ماڳهين پنهنجا سور کڻي ويهي رهي.

"تڏهن ٻه اها سانجهه واري مصيبت توسان نه هوندي"

زيبل ريس سان چيو.

"ائي زيبل، پر نينگريون ڪيڏانهن ويون اٿئي جو تون پئي رڌ پچاءُ ڪرين؟" شريفان همدردي ڪندي چيس، "تون اڳ ئي طبيعت ۾ ناساز، هڪڙا دمن جا دورا وري ٻاهن تي ٽي ويهين."

"ادي ڇا ڪريان، ڇاڻ ٻچا آيا تن لاءِ آءٌ ئي ته ڪنديس. ننهن ٻچڙيوال، سا ٻارن ۾ ئي پوري. اها ٻه ٻارن کي ناناڻي ڇڏي ڀاڻ وئي آهي اسپتال ڊاڪٽرياڻي اسينا کان سڻي هٽائڻ. خير سان ڇهين اميد واري اٿس."

"ائي ادي پوءِ اهوئي ڪيو نه جنهنجو ريڊيو ۾ ٽي - ويءَ تي ڏم ڏمان سان پڙهو ايندو آهي ته هو جمالو گهٽا ٻار، هئين تي ٻار ٽورا ٻار پيار ئي پيارا!"

"شريفان پيٺ، آءٌ پاڻ روز پئي ٻڌان اهي چونڪ چنڊن جا ٻيان. سڻا پراين ٻچن جي پويان هٿ ڌوئي پيا آهن، شال جهان جا اڳڻ پيا وسن ٻچڙن سان. هي سڻا چون ته ٽلها ٻه ٻار ڄڻيو، ڄڻ جنهن کي وڏيڪ هجن سو گوگهو ڏيئي ماري، پوءِ هي ٽري خوش تي ويهن! منهنجي ننهن ويهه ٻار ڄڻي ته ٻه آءٌ ته گهورون پئي گهوريان." زيبل وراڻيو ۽ پوءِ وري ڪليل وانگوڙي جائتي ڪرڻ لڳي.

"ها ادي!" شريفان عجب مان آڱر ڳل تي رکندي چيو، "اڳي ته اسان ٻڌو ڪونه ته ڪو گهٽ ٻار ٿين پاڻ

چوندا هياسين: جهڙا ٿين، وڏن ويڄن ۾ دعائون چوندا هئاسين
ته شال ڪيچ ٿلا ٿين.“

”هينئر ڪا پينگ پئي اٿن جو هوڪا ڏيو هو جمالو
ڪن ته ٿورا ٻار ڄڻيو. پئسن ڪاڻ ٻيڙا پيا ٽپا ڏيئي جهمريون
پائين. موئن لوئين کان ڇو ته توهان جي نانين ڏاڏين گهڻا
ٻار ڄڻيا؟ توهين نپنا ڪره ڇاپا جو نڇو بڻاءِ. مردن جو شان
وڃائي ڇڏيو، عزتون وڃائي ڇڏيو. اولاد نه ڪيو ته وڃي
’ڇاڳي فقير‘ جي مڙهيءَ ۾ ويهو. پراڻين نيائين جي پنيان ڇو
اچي پيا آهيو ته ٻار نه ڄڻيو ڪو ڇيڙين ته ويچاريون گهڙي
ته پيٽ ۾ ڪونه ٿيون وجهن. اجايو ٿي نيائين کي بدنام
ڪيو اٿن. لاڏي ڪوڏي پرڻايو پوءِ مٿان کٽن موچڙا. نڪ
جا موڙا پيا پونن ته پيٽ سان ٿي آهي.“ زيبل چيو: ”مان
ته چوان اهو ’ايڪ دو بچي‘ به لاچار ٿو ٿڙيءَ مان اڪلين
نه ته آهن ته اصل ويم جي ئي خلاف.“

”ادي وڃي ڇائي پائين؛ پنهنجو ڊول ڪو ڇمٿو. پاڻ
انهيءَ ڳالهه کان مٿي چڙهي ويون آهيون.“

”خير گهر، ڇو چڙهي ويون آهيون؟“ زيبل ائين
چرڪ ڀريو ڄڻ ڪانڌاريءَ ڏينيو ڏنگيو هجيس. ”ڄڻ ٿي
اچون ته ڇو نٿيون ڄڻي سگهون. پاڻ ته اڃان پنجاهه ۾
آهيون. زالون ته پنجونجاهه ۾ به پيون ڄڻين. ملڪه ترنم نورجهان
کي به ته تازو ڏيءَ ڄائي آهي، اسين ان کان ته ناهيون ويل؟“

”ها، اهو ته ٺيڪ آهي.“ شريفان نزاڪت مان پرون
چاڙهيندي ورائيو ”ڄڻ کان ته ڇو نٿيون ڄڻي سگهون، پر
مون کي ته لڳ ڀڳ چار سال ٿي ويا جو اِهي ’ماهه هيٺ
مٿي ٿي ويا! بت تي گرمي چڙهي ويم، گرمائش سببان مرڳو
اکيون وٺي ويهي رهيس.“ شريفان اکين کي لڳاتار ٻه ٽي
ڇنڀڪا ڏيندي ورائيو، ”اڳي جهڙي نظر ڪٿي اٿم. مڙس
جي موچڙن کان زوريءَ ڇم روڪ نڪيون ڪائي مرڳو

اهي حال ٿيا اٿم جو هاڻي ته رت ئي سڪي ويو اٿم." شريفان
پار نه ڇٽڻ جو نڪر ڇم روڪ گورين تي پڇندي چيو.
"مڙسالن ڪي به ڪپي ته ڏنڍي ڪونڊي ۾ ميندي گھوٽي
بين، اجايو سرڪار ڪي وٺي هيڏن خرچن ۾ وڌو اٿن. پاڻ
ڪجهه نه ڪن باقي پري آئي زالن مٿان، توتاڙا ڪنيو واعظ
ڪندا وتن ته پار نه ڇٽيو. پيڙيءَ پڌو هڪڙو هفتو ڪن ئي
ميندي پيو ته مٽڪ ئي ڦري پوي. نه رهي بانس نه وڄي بانسري."
"ها ادي، پر مڇن به نه اسان جو چوڻ. اسان جون
ڳالهيون ته آهن گوگائي مرچ: باقي پاڻ جيڪو پيا واڦين
سو حلال اٿن."
"اها 'هو جمالو' به چڱي خواري ٿي، ننڍڙا پوٽا
پوٽيون اچو پڇن ته لالي امان اهو 'گانو' ڇاجو آهي؟ چوان
ته ابا پيا ڏوڙ پائين اوهان ڪن ئي نه ڏيو. پر پار ڪٿي ٿا
مڙن سڄو ڏينهن جيئن جهلين تيئن سر سان وينا 'هو جمالو
ٿورا پار' ڳائين. چوان ته ابا نياڳيون وايون نه ڪيو ۽
ايئن نه چئو. پر چون ته ٺي-وي جو ائين ٿو پونڪي. وريو
چوان ته ابا پيا دانگي ملين منهن سان اوهان ليکيون ئي نه.
پر سچ پڇين ته پارڙن ويچارن جو ڏوهه ئي ڪونڙو، زبان آهي
ڇم جو لڪڻ، شل نه هري، ڪنهن مهل ته مون ڪان ئي
نڪري وڃي: 'ٿورا پار.......' اوچتو جو ڏيان ايندم ته ائي
هان! اهو ڇا پئي چوان؟"
"چئبو ته اهو بيت به خواريءَ جو ڏلهو ٿيو ۽ شادين
مرادين ڪان ويو. اهي ستن پيڙهين وارا سر به ڪنيا رٿابنديءَ
وارن. پوءِ اسان هٿ ڪنيو." شريفان سچ پچ هٿ ڇنڊيندي چيو.
"زندگي ڏيڻ ۽ وٺڻ وارو خدا آهي، اهي ڪير ٿيندا
آهن جو قدرت جي ڳجهه ۾ ٿا هٿ وجهن، چون ٿا ته آبادي
وڌندي ته ڪاڌو ڪونه هوندو. اهان جنهن خلقيو آهي روزي
به اهو ڏيندو جي نه ڏيندو ته پوءِ ڪٽندو به اوچتو. اهي زلزلا،

طوفان، ٻوڏون ۽ حادثا قدرت جو قهر ناهن ته ڇا آهي؟"

"توهان پيءُ، سدائين توهان! اٿي زيبل ڳالهين ۾ اهو ته ٻڌايم ٿي ڪونه ته آيس ڇا لاءِ." ائين چوندي پرس مان، دعوتي ڪارڊ ڪڍيائين، "مون ڌيءُ انتي ياٽيجي جي شادي ۽ جي. اچي پنهنجي هٿن سان سوڙ ٻڌجانس."

"دعا ڪر ته رڳو واندڪائي ملي ته اڪيلي سان ايندس."

"جيسين جيئڙو تيسين ڪم ته ڪٽڻائي ڪونه آهن، ڪاڄ ڪو پري ٿوروئي آهي. ٽن ڪلاڪن جو ته پنڌ اٿئي سو به جي ريل ۾ آئين تڏهن؛ نه ته ويگن ۾ چڙهنديءَ ته دير ٿي ڪون لڳندئي." شريفان برقعو پائيندي چيو.

"ادي توکي شاباس هجي جو مون کي ويگن ۾ ٿي چاڙهين، هونءَ اچان ۾ ڏي سال هجان ها، هتي ته سر ڳو اڌ ڪلاڪ اڳندو، رڳو رستو سو سير هائي وي هجي."

"آئي زيبل هاڻ ڇڏ چرچا، آئي تياري ڪر."

"ڇڪو پيءُ رک الله تي." برقعي سان جهلبندي، "وينهه ته سهي ڏڏ ڇڪو ڪٽي اچان."

"نه منهنجي مٺي پيءُ هلاڪيون نه ڪر، وري ٻي مهل ايندس هينئر ويان ٿي ٻين کي به دعوتون ڏيڻيون اٿم، وري آڄ جو آڄ ڪراچيءَ به پهچڻو اٿم. زليخان ڏي به ويان، ٻونس جي طهرن جي خوشيءَ تي ڪانه وئي هئي سانس، سو ڏک پئي ڪڍي گهڙيءَ پلڪ انهيءَ وٽ به ويهان جهونا رستا آهن." ائين چوندي ڏيڍيءَ طرف وئي.

زليخان جو نالو ٻڌي زيبل جي پيرن هيٺان زمين کسڪي وئي. سڪل مناٺي واري سڄي ڳالهه اکيان تري آيس.

"هڪ پاڪر جي پيڙا اچان لئي ڪانهيم وري ٻيا سور پيا سنيرن. مون ڪراچي جي پچر ڇلي، پر نه... ويڇو ته ٻوندم نه ته شريفان دل ۾ ڪندي، زالن جو راڄ هوندو،

گهٽيءَ ساهيڙيون هونديون، هن کي ليکيندي سُئي کو نه.“
اهو سوچي آٿت اچي ويس.

.... .... ....

زيبل گيهي گيراڙي سڌ پرڻ لاءِ پهتي ته ڏاڍو تڪل هئي پر جڏهن راڄ ۾ زيبل کي گهوٽ جي ماسي ڦوندڙ ڏئي جو هن لاءِ جوڙو ٻڌايائون ته واڇون وڃي ڪنن سان لڳس ۽ ريل جي گيهه گيهان واري ٿڪ کي جهٽڪو ٿيندي محسوس ڪيائين. ڏسٽي ۽ اڱوٺي سان ڪپڙي کي مهٽي پڪ ڪيائين ته سادو آهي يا اوچو. پوءِ اماڪ سٽڪو ڏيئي ڪٽي ٿيلهي ۾ وڌائين.

”ائي گهوٽ جي نندي ڀڄيءَ جو جوڙو ڪٿي آهي؟“
راڄ مان ڪنهن شيدڻ ناسون ڦونڊيندي رڙ ڪئي.

”اهو گهوٽ جي چاچيءَ کي ڏنوسين.“ گهوٽ جي ماسيءَ وڏي واڪي وراڻيو. ”اِها آئي ڪانه باقي جوڙا ٿي گهر وينٽي پائي. ڪو لهڻو ڪونه اٿس.“

اهو ٻڌي زيبل پر ۾ وينل زبيده کي چيو ”گهوٽ جي ڀقي ٽيو ڏهاڙو مون وٽ آئي هئي، چرچي مان چيومانس: هاڻ ته پرچاءُ ڪرين، پائنهن جي شادي تي ته اچجئين وڳو ملندئي. تنهن تي هن پاڻ چيو ٿي ته: ڪيس ڏين ته به لعنت جو ٽڪر ڪير ڪٽي، ست پيڙهيون پيون پٽيون ان جوري ۾. گهوريو سون جو ڪن چيني.“

”ائي ادي هاڻي ڌيو آهستي ڳالهاءِ. راڄن ۾ ٿي جهيڙا وجهين. هن به جي باهه مان چيو ته تون ته بردبار ٿيءُ ۽ هرو ڀرو ايئن دهل....“

”ادي آءُ ته آهيان ڦاڏوڙو دهل. اسين چئون سچ پوءِ ڪنهن کي وڻون نه وڻون.“

”آئي زيبل!“ ممتاز پرڀان پرس لوڏيندي آئي، ”هڪڙا ڏهه رپيا هجنئي ته ڏينم منهنجا ته سمورا پئسا گهورن پٺيان خلاص ٿي ويا. اچا ته گهورون ڏيڻيون اٿم.“

”پيڻ: آڌ پاڻ ڦٽي پئي آهيان، لنگهيائين جا ڪم ڏٺا اٿئي، هيتان هُتان نچيو جهمريون اچي منهنجي اڳيان ڏين ته 'ڏي ڳو پير پيران‘ لاچار مون کي به ڏيڻو پوي. هو تيئن سمجهن ته زيبل ڪا لک تي مٿو ڏويو ويٺي آهي. خاص گهورن ڪاڻ به سو ته نينگري ڪان وٺي آئي آهيان، تهڙو هت پاڄائيءَ ڪان به لڄئون ڪجئون پنجاهه رپيا اڌارا ورتم. هاڻ ڪٿهن ڪان گهران. باقي اٺم رپيا ويهه سي به توکي ڏيئي ويهان پوءِ نيٺ موت جو پنڌ به سجهي ٿو.“

”ادي ٿهيو،“ ممتاز وراڻيو، ”مڙئي خير آهي، ممونءَ ڪان ٿي پڇان.“

”ائي ادي مون ڪان پڇي ڇا ڪنديءَ؟“ ممونءَ پنهنجو نالو ٻڌي ڳالهه ورائيندي اتان ئي چيو. ”اسان جا ته پيرائي لٽا پيا آهن جيڏيون وڏيون شاديون اوتريون وڏيون ڳالهيون. رڳو وقت خير جو گذري.“

”چڱو وڃي گهوٽ ماءُ ڪان ٿي پڇان، بهت جهجو ئي پيو اٿس؛ گهر هلي اوڏيءَ مهل ئي ڇلو منڊي گروي رکي به پئسا موڪلي ڏيندي مانس.“

گهوٽ جي ماءُ شريفان، جنهن نوح نبيءَ جي پيڙهي جيڏو پرس کنيو ڇڪر پئي ڏنا تنهن کي چيائين: ”پيڻ هڪڙا پنجاهه رپيا ته ڏينم گهر وڃي انهيءَ مهل موڪلي ڏينديسانءِ حال ته منهن مان ڪريان. مهل کي ته منهن ڏيان.“

شريفان يڪدم لنگهيائين وٽ سيٺجي وئي، جيڪي اڳيان 'تهاءِ رکيو ٻن جي پيڙهين جا نڪ مان دونهان ڪڍي رهيون هيون ۽ وڏا وات ڦاڙي ٻاڪارڻ جي انداز ۾ راڳ به ڳائي رهيون هيون.

”مائي سوني، هي تہ مٺائي ڏي.“ شريفان ڦونڊجي پرس مان ڳوڙهي ڦوڙهي سو جو چٽين لڳل مٺل نوٽ ڪڍندي چيو.

”حاضر جيجل.“ لنگهيائي نوٽ وٺندي چيو، ۽ ڏهين

ڏهين جا ڏهه نوٽ ڪيڏي شريفان ڪي ڏنا.

صوبيدار ربڏني جي زال شمسو؛ پئسن ڏيڻ سان پوريون ڪري ڇڏيون. باقي وڃي ڏهين جو نوٽ بچيس: منهن پيلو ٿي ويس. منور، جنهن هيل تائين ٽڪو به خرچ ڪونه ڪيو هو تنهن ڪيس ٽونٽ هڻندي چيو، ”هاڻي ٺهيو، گهڻئي پينگ ڪيئي صوبيدار جي. هو ويچارو هيتان هُتان پٽي سٽي ڪنيو اچي، تو ڪٽي لت لاتي آهي. گهٽوئي ڏنئي، راڳ به ڪو سنو هجي ڪين 'هل صابل ميڙي تي' جو تون حيران ٿي وئي آهين. واچ پنجي وئي اٿئي.“

شمسو؛ جا ڪنڌين ناسن وارو ڏکهو نڪ ۽ سنهڙا چپ ڪنيو ويٺي هئي سا ڪوڙين جهڙا ڪچا ڏند ڪيڏي چرچي مان ڪلي، ”چڱو منور نئي ڏيان، تو ته بچاءُ ڪري ڇڏيم، پر تون ڪهڙي نه پڪي آهين جو هڪ پائي به ڪونه ڏني اٿئي.“

”آءٌ ڏيان ته ڪنهن غريب ڪي ڏيان، جنهن جي ڪا مهل ٿئي، هي ڪارا ٽنيا اچو بيهن اڳيان هنبوڇيون هڻڻ سو ڇو ڏيان. مون کي انهن ڳالهين کان چڙ آهي.“ منور رعب ۾ ايئن چئي اچان بس ڪئي ته سٽي تي ويهن تولن جي چوڙين ۽ پنجن تولن جي منڊين واري هٿ جو بار محسوس ٿيس. ڪنڌ ورائي جو ڏنائين ته گهوت ماءُ ريٽي جو نوٽ مٺائنس جهليو بيٺي هئي. ايتري ۾ وري جو سامهون ڏنائين ته ڪارو ٽنيو هنبوڇيون هڻندو سرندو ڇم ڇم ڪندو ڏانهس پي آيو چڻ گودو شيدي ٻوڙندو هجي، ”آها! ڏڳو پير پيران! بلي ڏڳو پير پيران شابي! ڏڳو پير پيران آها.... آها.... ڏڳو....“ منور سور پي ڪا گهڙي ته سُسي وئي جيسين ٽنيو ناز نخرا ڪري پاڻ کي پٽي، چني ڇاڇولي، ڏونڏاڙي اڌ مٺو ڪري ڇڏيءَ ڇيلهه سان نوٽ ڪٽي.

شمسو، منور کي صلاح ڏيندي چيو: ”ائي ادي، تو کي

عزت ڏيندي يادگيري ڪيائين ھاڻي تون بہ جوابي نوٽ گھورينس."

"مون کي ڪھڙي خبر تہ اھو اوچتو حملو ٿيندم جو آءٌ بہ جوابي حملو ڪريان. آءٌ تہ پئسا ڪٽي بہ ڪون آئي آھيان. مون وٽ ھجي تہ گھوريان. مون ميڙ تہ ڪونہ ڪئي مان جو مون مٿان گھوريو."

"ادي تون زور آھين." شمسو مرڪندي وراڻيو. سس کي نوٽ گھوريندو ڏسي گھوٽ جي ڀاڄائي بہ گوءِ کڻڻ کان پنجين رپين جو نوٽ منور جي مٿي تي جھلي بيٺي. ھن جو ڀھريائين ھيڏانھن ھوڏانھن پئي راڄ کي ڏنو سو مرگھو اکيون ڪري زمين ۾ کپيائين. ديڪا ديکيءَ ۾ ٻيون بہ گھوٽيتيون مٿانس نوٽ گھورڻ لڳيون. ھن ڪنھن تي بہ جوابي نوٽ نہ رکيو.

"مائي زال آھي ڪين زنب! ڪھڙي نہ ڪنجوس آھي؟"

"ھيڏيون گھورون ڪيون ائٺونس، اکين ڍڪي."

"ھون، مکي چوس."

"اھا آھي ئي اھڙي بخيل، تازو ٻٽ پرڻايم تہ ورھين جو رکيل گريل وڳو جنھن جا ستارا ئي کٽا پيا ھئا، پنجاھہ رپڙن جو چڻ روئيندي ڏنائين. رکي الله تي اھو وقت بہ ايندو جڏھن ٻٽ پرڻائيندي تہ آءٌ بہ ساڳيو وڳو پوٽ تي ھٽندي مانس."

"ھا، ڀيو وري چا، جيسي ڪو تيسا. ڪھڙا توکي سونا سيٽ ڏنا ھئائين جو تون ڏينديئنس."

سلطانا جيڪا ڏاج اڏ ۾ چڏي ڪنھن ڪم سان وئي ھئي سا تيزيءَ سان ڊوڙندي واپس آئي ۽ منور کي حجائتو چنبو ھٽندي پڇيائين، "منور ڀڏاءِ تہ سھي چا چا ڏيکاريائون؟"

"مون کي ڪھڙي خبر؟"

"ماٺھو آن ڪير آن. ڏاج بہ ياد نٿو پوئي؟"

"مون کي ڏاج پاڄ ڏسڻ نہ وٺي."

"ڏيان ڪر ٻن ڏيئرن جي ماءُ آھين، اھي ڏينھن توتي

به اڇٽا آهن."

"مان پنهنجي ڌيئن کي ائين نمائش ڪري ڏاج ڏينديس نه ڪونه."

منور ۽ سلطانا جي انهيءَ سس پس مان فائدو وٺندي هڪ ڇڙيءَ ٻيءَ کان پڇيو:

"پيڻ تو ڇا ڏنو؟"

"پنجين هزارين وارو سونو سيٽ ڏنم." هن اداسيءَ مان وراڻيو.

"ادي گهبرائين ڇو ٿي 'ڪاسين ڪباب ته ڏيسين جواب' تون به ڌيءَ جي ماءُ آهين. اها ته آڌاري ڀاڇي آهي وري واپس ملندءِ."

"منهنجي ڌيءَ اڃا اڍائي سالن جي مس آهي." هن ساڳي اداسائي مان وراڻيو.

"ڏينهن گذرندي ڪهڙي دير دلجاءِ ڪر."

اڍائي سالن جي ڇوڪريءَ جي ماءُ جيڪا اندر ئي اندر ڀڳي پئي هئي سا جيسين ڪو جواب ڏي ئي ڏي ته زبيده جو دهل جهڙو آواز گونجيو.

"ادي زيبل تون ته اڃا اتي به نه ڏهاڙا رهندينءَ؟"

"نه پيڻ آءٌ ته سڀاڻي اول خير وينديس."

"ڇو ادي، ايڏي تڪڙ؟" هن ڇڻ طبلي تي سنگت ڪندي پڇيو.

"ادي گهر جو به اونو آهي سڄو ڪم سر تي اٿم."

"آئي ادي نوڪر ته اڄڪلهه ملن ئي ڪونه ٿا، پوءِ پنگياڻيءَ کان ڇو نٿي گهر جو ڪم ڪرائين. ڪپڙا به ڌوئي ڏيندءِ بصر به ڇلي ڏيندءِ، اٽو به ملي ڏيندءِ ڇنڊ ڦوڪ به ڪري ڏيندءِ ڇڻ مٽي جي جوڻءَ ئي مٽي پئي هوندءِ."

"نه ڙي ادي خير گهر! الله بازن ۾ سکهه وجهندم. هاڻي انهيءَ درجي تي ٿي پهچائيم جو پنگياڻيءَ کان گهر جو ڪم ڪاج ڪرايان!؟"

”ادي آهہ تہ وقت کي ڏسيو، سڀ ڪم ڀنگياڻين کان ڪرايان. ساهہ تہ اسان جھڙو اٿن، پيٽ ۾ بہ تہ گند پيو اٿئون. ٻاهران مکيون چڪيون وينيون آهيون. اندر ڪنهن جهاتي پاتي ڏٺي آهي؟ ڪوڙو هٿ ڪوڙي وڏائي رهي ناٿو رب جو.“

”ادي تون سدا پئي ڪم ڪراءِ. تنهنجي جُتيءَ ۾ ڪير پير وجهندو؟“ زبيل بيزاريءَ مان ورائيو، ”ڪٿي تون خاندانڻ، ڪٿي اسين مسڪين ماڻهو.“

”آئي چڙي پئين ڇا؟ تنهنجي تہ طبيعت ئي اهڙي آهي جو مکڻ مان وار پئي ڪڍين. اِهي وهم وسوسا ڇڏي ڏي....“

”ادي خورشيد، پري وينٺي آهين، اچي پاسي ۾ ويهہ تہ چار ڳالهيون ڪريون. قسمت سان مليون آهيون.“ زبيل، زبيده جي ڳالهين مان ڪڪ ٿيندي خورشيد سان ڳالهايو.

”ادي ٽنگ جي سور نهوڙي نيو اٿم. شاديءَ تي بہ الاجي ڪيئن اچي نڪتي آهيان. نہ اچان ها تہ شريفان کي ڏک ٿئي ها.“ خورشيد ساڄو هٿ ٽنگ تي ڦيريندي چيو.

”بس ادي ان ٽنگن جي سڙيي سور تہ ماريو آهي. آهہ پاڻ ٽنگ وٺيو وينٺي آهيان، پر ڪيان ڪيئن! ڪيان تي تہ پسوري ئي پڌري ٿئيم.“

”ڇا جي پسوري پيڻ!“

”پيڻ ماڻهو چاليهن پنجيتاليهن کان ٽپيو ناهي تہ سور سندرا پڌي چڙهيا ناهن اسان جهڙيون زالون! تہ ڇڏ پر مڙسن جا بہ سڄي عمر پڏائيندي هيانوَ تا ڦاٽن پتو تڏهن ٿو پوي جڏهن چنگهہ وٺيو ويهن ٿا.“

.... .... ....

سڄي راڄ ماني پئي کاڌي تہ زبيل جي نظر اوچتو وڃي زليخان تي پئي جا ڏٺيل پليٽ سوڌو سيسر وانگر هوريان هوريان ڏانهس رڙهندي پئي آئي. زبيل ياڪر جي ٻپ کان ٻاسي ۾

سٿل پرائي ٻار کي کڻي هنج ۾ کيو. کيڪر لاءِ رکيو هٿ وڌائيندي چيائينس: ”معاف ڪجانءِ پيڻ ننڍڙو ڪنيو ويٺي آهيان.“ زليخان جي اڌ حياتي تہ انهيءَ مهل ئي برباد ٿي جنهن مهل ننهڻس جو تحفي ۾ ڏنل رئو زيبل جي مٿي تي ڏٺائين ۽ سهي نہ سگهي.

”ائي زيب اهو مون وارو رئو اٿئي نہ؟ سهڻو پيو لڳنئي.“

”ادي هاڻي اکيون اٿئي ڏٺئي. اهڙا سو پائي چڏياسين، نئين سئين راج ۾ مرلي وچائڻ جو ڪهڙو ڪم.“

”آئي سو آءٌ مرليون ٿي وچايان؟ ڪو آءٌ جو ڳيائي آهيان جو لقب ٿي لائينم؟“

”زليخان مون ڀڏو تہ تون چاڪ ڪونہ هئين. شاديءَ تي بہ نٿي آئينءَ؟“ زيبل سندس سوال کي ڀڏو اڻ ڀڏو ڪري پرائي ٻار کي واپس غلم تي لاڙيندي چيو.

”ائي زيبل ڏسين ڪونہ پئي. اجا سگهو ساهہ ڪٺي ڪنيو اٿم،“ زليخان مرليءَ وارو ڏک پچائيندي چيو. ”صديق جو ڪراچيءَ ۾ ضروري ڪم ٿي پيو هو سو خالي موٽر ڪا ٻيو پئي ويو. چيم تہ هڪ پيٽرول مهانگو پيو نئين نڪوري خالي موٽر ڪنيو پيو وڃي سو سجائي تہ ڪريانس. شريفان تي بہ ڏورو ٿي پوندو تہ هيڏي پنڌ تان خاش مون لاڪر آئي آهي.“ ائينءَ چوندي زليخان چاشنيءَ جو گره وات ۾ وڌو.

”ادي هي مٿي کي ڏک ڇا جو لڳو اٿئي؟“ زيبل هيٺ لڳل ڳوڙهي ڏانهن اشارو ڪندي پڇيس.

”زيب ڏٺئي ڪونہ ٻوٽي جي طهر جي خوشيءَ واري ڏينهن صدمي کان چڪر اچي ويم. هيڏا خرچ ڪيم جن کي ويهم ويهم ڏنم تن اکين ڏيکين نڪو بہ ڪونہ ڏنو. روئيندي روئيندي پنج رپيا ٿي ڏنائون.“ ائين چوندي ڦوريءَ جي ڊش ڏانهن هٿ وڌايائين.

”ائي اهو گوشت وري ڇا جو آهي؟“ اٿوڻاڙ طرح

سان نڪ گھنجائيندي چوڻ لڳي: ”گڏهه جو آهي ڪين مٺن گھوڙن جو. ڇڪيون ڏئي ڏئي بيٺي آهيان پنجي ئي نٿو نيا ڳوه. مٺو ڪڏس!“ ائين چوندي جھڙو ھوٽيءَ کي ڇڪ ڏنائين تيئن سٽ تي ھٿ ترڪي ويس ۽ ڦورمي مان گوگائي مرچن وارو چنبو اڏامي وڃي مٿان ھڪري جھڙي تاري ۾ پيس.

”ائي گھوڙا ڙي تارو نڪري ويو!! ھيئون ھڏي ويم. ڪوھه ڪريان!؟ زيبل اک تي رئو رکي ڦوڪو ته ڏينم.“

”ادي وات ۾ چانورن جو گرهه اٿم سو توکي ڦوڪ ڪٿان ڏيان؟ تون پاڻ کٽي رک.“

پي ڪا واھه نه ڏسي زيبل اڳيان رکيل ٿڌي پاڻيءَ جو ڀريل گلاس کڻي اک تي رکيائين ۽ جلدي جلدي اک ڇنڀڻ لڳي.

”پيڙي ترپس روح ئي ڦيرائسي ڇڏيائين. ڪير پيئندو انھيءَ گلاس ۾ پاڻي!“ زيبل پر ۾ بيٺل ممتاز کي چيو، ۽ پاڻ خالي پليٽ رکي، سماوار طرف وڃڻ لڳي. پنيان زليخان به اکين کي چنڀيندي ويس ۽ پاٺمرادو چوندي وئي: ”پت ته کھڙو ھو ھوٽي به ڪون ھئي!“

پيون زالون به ماني کائي، ھتن ڌوئڻ مھل ڪاڏي مان عيب ثواب ڪڍڻ لڳيون، ”ٽانو- ته کھڙا ھئا ڀوندي جھڙي ڏپ سازيو پي وئي!“

”ماني ته چڱي ھئي پر قاعدو ڪين ھو، جنھن کي جيئن ٿي وڻيو تنھن تيئن پئي کاڌو.“

”ماني وري کھڙي ھئي. صفا ڏريل، جھڙي برف. مڙئي نڙيءَ سان لنگھائڻي پئي.“

ماني کائي سڀئي پنھنجي پنھنجي جاءِ تي نويڪليون ٿي حال احوال ڏيڻ وٺڻ لڳيون. زليخان وري اچي زيبل جو پاسو ورتو ۽ ھن به کانئس کٽي پڇيو: ”زليخان، تو ڇا ڏنو

شاديءَ ۾؟“

”مون ته پنجاهه رپين جو ڏنو. ننهن ته ڇهه پنج سو ڏجانءِ پر مون ڇيو پنجاهه ڪافي آهي. اڄ ڪلهه ڪائڻ ڪاڻ ڪايو وڃن؛ وڏا ٻـرس ڪنيو بيٺيون آهـن ته اسان ڪي ملي، باقي ڏيڻ مهل ڪنڊون ٻيون ڳوليندين. پنجاهه ڪو ٿورو ڪونهي ڪو. اڏ ســو! گهوڙٽ!! هيڏو ساره نوٽ جنهن مهل ڏنم ته پانيان ترين مان پگهر ٻيو نڪريم. هڪڙو ته نوٽ ئي پسي ويو جو مٺ ۾ جهليو ويٺي هئس. ڦوڪون ڏيئي سڪايم.“

”ٻوءِ پرس ڇونه ٿي ڪنيئي؟“

”آئي زيبل ڏسين ٻه پئي ته آهٍ پنهنجو ساهه ئي نٿي ڪٺي سگهان سو پرس ڪٿان ڪٺندس!“

.... .... ....

ٻئي ڏينهن نيرن پاڻي ڪان پوءِ زليخان حيدرآباد وڃڻ ڪاڻ سنبري تيار ٿي.

”زيبل هلين ته وٺي هلانءِ، صديق موٽر ڪاهي آيو آهي.“

”بيهه ته شريفان ڪان پڇان ته متان دل ۾ ڪري.“

ايئن چئي زيبل آتـي شريفان ڏانهن ويئي جيڪا ڪنوار جو ڏاج رڪائڻ ۽ جاچڻ ۾ رڌل هئي. ”ڀيڻ شريفان، جي خوشيءَ سان موڪل ڏينم ته هاڻ موڪلايان پـٽ جي اون اٿم.“

”زيبل، ڇيچ ته اسان جي ٻُـٽي ٿي ويندي پر جي تنهنجي دل ٿي چوي ته ماشاءَ الله، وري ڳڏ آهيون.“

.... .... ....

زليخان موٽر ۾ ويهاري پاڪر وجهي پاڻ ڏانهن ڇڪيس ۽ وڏو ڇپٽ هٽي قرب مان چيائينس:

”آئي زيبل تون ته مون ڪان ٻئي ٻري پڇين ٻيلي منهنجون ته توسان ساهه جون ڳنڍيون آهن. جيئري ته ڪونه

ڇڏيندين پر موئي ته ڪونه ڇڏيندي مانءَ.“

”الله پليندئي پنهنجي پلئي. پر هاڻي ڦاٿي آهيان ته ڦٿڪڻ ڪهڙو، رڳو عزت سان وڃي گهر لهان.“ زيبل سوچيو.

اڃان ٻه وڪون موٽر مس هلي ته ٻئي هٿ زليخان جا پيٽ ۾. تارا ڦوٽارجي ويس.

”زيبل ڳالهه ٻڌي اٿئي، پيٽ ۾ اچي گهرو پيو اٿم.“

”ادي پوءِ آءٌ پيرن تي ويهاريانءِ ڇا؟ منهنجي ڪٽڻ جهڙي هجين ته ويهي ڦيس ڦيس ڪرايانءِ.“

”آئي توکي مشڪري سجهي آهي. منهنجو ساهه ٿو اَکين مان نڪري.“ زليخان‌ور ڪائيندي وراڻيو.

صديق جيڪو ريڊيو تان 'موقعا ملي ڪدي ڪدي، تي پنهنجي پاٽ جهڙي وينل متي وارو ڪنڌ ڌوڻي رهيو هو، تنهنجي ڪلهي کي لوڏا ڏيندي چيائين: ”ٻڌين ڪونه ٿو ماسهين ڇاٿي چوي؟ تورو ڪم اٿس، موٽر ڪواٽرن جي پنيان هلي بيهار.“

”آئي منهنجي بيعزتي ته نه ڪر. پاٽيجو ڇا چوندو! پيٽ ول توکي، نالو ڪٽين منهنجو. تون هميشه پيٽ وگهي مرندي آهين،“ زيبل سرڀاٽ ڪيو. ”مون کي موٽر ۾ چاڙهي هاڻي ٻيڙو ٿي ڪرينم.“

”آئي نالي الله جي مون سان گڏ هل ته منهنجي ٽڪ ٿئي. هيڪلي لهنديس ته نڪ وڃبو، پٽ ڇا چوندو!“

”وڃئي ته آڪوئي وڃئي آءٌ ڇا ڪريان؟ مون موٽر جي ٻجر ڇڏي. لهي ڪٽي بس کي هٿ ڏينديس. انهي ڪاڻ موٽر ۾ چاڙهيو هيئي؟“

”آبا صديق،“ زليخان، زيبل کي اڻ ٻڌو ڪندي چيو: ”اِهو ٽرماس ته ڏجانءِ ماسهين مسو ڪندي.“

صديق جيڪو ڳانن ٻڌڻ ۾ مست هو تنهن ماءُ جي لاڳيتي ڳالهائڻ ۽ ڪلهي مان پنڻ تي ڇرڪ ڀري ڳاڏي

بيهاري چڙي.

”زيبل هيٺ لهي هٿ ڏينم ته آءٌ لهان.“

”پاڻ ڇپاٽو اٿم جو توکي هٿ ڏيان! ڇپ تون پاڻ لهه.“

نيٺ قسم سُٺهن کان پوءِ زيبل هيٺ لهي ڪوانرن جي پٺ ۾ پاسو وٺي بيهي رهي.

”اي الله منهنجي توبهن! بندو سچو گندو آهي، ڪيڏو ڪن نڪتو اٿم پيٽ مان!“ پريان آواز آيو. ”زيبل ڀڏين پئي؟“

”آئي چڱو چڱو. تون واندي ٿيءُ ڪن نه هوندو ڪي لعلون موتي هوندا.“ زيبل خار مان چيو.

”آئي ٺهيو هاڻي، اهو ٽرماس ته هيڏي ڪر. جهليم ته هٿ ڏوئي وٺان.“

”ادي توکي شابس هجي. جيڪو ڪندينءَ سو ڦبندئي. سپ لوڙيندين تنهنجي موٽر ۾ جو چڙهي آهيان، تنهنجو ڏوهه ڪونهي. اهو سپ موٽر تي ڪرائي. نه چڙهان ها نه اهي ڏينهن ڏسان ها.“

ايتري ۾ صديق جا وٺي هارن وڳا ۽ پئي تڪڙيون تڪڙيون وڃي موٽر ۾ چڙهيون. خير سان گاڏي هلڻ شروع ٿي.

”آبا اهو سامهون جهوپڙن واري هوٽل مان چانهه چڪو وٺي پيارج ته هيانءُ ٿانيڪو ٿئي. ڏاڍا آت ڏنا اٿم.“ زليخان وري زيبل ڏانهن منهن ڪندي پڇيو: ”زيبل تون پيئندينءَ چا!؟“

”ڏينهن تتي جو مون کي ضرورت ناهي.“

”بچيم، مون کي هڪڙو ڪوپ وٺي ڏي.“ زليخان پٺ کي چيو.

صديق موٽر ڦيرائي هوٽل وٽ بيهاري ۽ ٻري ۾ ڪيڪ بسڪٽ چانهه ۽ ڪوڪاڪولا جون بوتلون ڇوڪري کان ڪٽائي آيو.

”آئي هيڏا خرچ! منهنجو ته پيٽ ٻي ٻاري چڙيئي.

ڪائي ڪائي ٻه هڪڙي آهه ڪائينديس، زيبل تون ته ڪونه ڪائين. توکي ته ڪانه وٽي."

زليخان ٻيهر خاطري ڪاڻ پڇيو.

"ادي منهنجو رت ئي ولوڙي ڇڏيو اٿئي. ڪٿي سڀ واپس ڪراءِ، آءٌ ڪونه ڪائينديس."

"آئي اِهو سس مئو وري ڪهڙو آهي جو واپس ڪندو، آئي ڪائي ته ڏس ڏاڍو سٺو اٿئي نرم نرم." زليخان چڪ هڻي اڌ بسڪوت بچائي زيبل ڏي وڌائيندي چيو.

"ادي بخش ڪر مون کي ڪونه وٽي."

"آئي ٻوءِ هيڏو سارو ڪيئن ڪائينديس!؟ اڇي ڀلا هي ٻاڻلي ته پي."

لاچار زيبل اڌ بوتل پي واپس ڪئي "ڏڪا ڀريا اٿئون، هيڏي ڪر خيراتي مال ڪونهي. ٻه ڊڪ هيئين ڪان هيٺ لاهي ڇڏيان!" ايئن چوندي چانهه جي مٿان ٻاڻلي پيتائين.

.... .... ....

حويليءَ وٽ لهڻ وقت زيبل ڊگهو ٻيهر پيران جهڙي حالت ۾ هئي سا زليخان کي سلام ڪرڻ ته لهيو پر پنيان ڏسڻ ۾ پـڌڻ ڪان سـواءِ ڳوريون ڳوريون وڪون ڪٽيندي پنهنجي حويليءَ ۾ گهڙي وئي ۽ نسم جي چانو هيٺ رکيل کٽ تي ڦان ٿي ڪري پئي.

# سرليٽ

ھن ڪلاڪن جي ڦٽ ڦٽان ڪان پوءِ سندس منهن جي موڪري تختي، ميناڪاري ڦُلن وارين چانديءَ جي سڳين سان ڳُتيل چوڙين ۾، ڪُندن وانگر پئي ٻهڪي. گلابي گربيءَ جي ائن والــن جي ڳوريءَ شلوار تي، چُهچ سائي شيفون جارجيٽ جو هُرمچ جي پرت سان رنُو ۽ پهراڻ پائي، عطر جي اڌ شيشيءَ سان پنهنجو انگ انگ مهڪائي، جنڊيءَ جي هندوري تي آهلجي، پٽ تي لڳل گهڙيال ۾ اکيون کُپائي، هُن سگريٽن جا سوٽا پئي هنيا، تہ ڪڏهن ٽاچار وڄن جو تيزگام اچي. گهڙيال جا ڪانٽا بہ سندس اکين وانگر هڪ ئي هنڌ کُپجي ويا هئا؛ پر ٽِڪ ٽِڪ سا چٽي ٻڌڻ ۾ پئي آئي. اوسيئڙي ۾ اوٻاسيون ڏيندي ڏيندي پيهرن واري ننڊ جي ويل بہ ٽري ويس.” جڏهن ڪان ڪنهن ڊائجيسٽ ۾ پڙهيو هئائين، تہ پيهرن جي ننڊ سان حسن ۽ جوانيءَ ۾ واڌ ۽ نکار اچي ٿو، تڏهن لاڪر پيهري واري ننڊ سندس لاءِ، ڪنهن عبادت گذار جي نماز وانگر عين ثواب ٿي پئي هئي. پر خير.... نمازون بہ تہ ڪڏهن ڪڏهن قضا ڪرڻيون پونديون آهن؛ تنهن ڪري اِهو ڪو منجهائيندڙ مسئلو نہ هو، ڇو تہ ڪيس خبر هئي، تہ اِها ڪسر اونهئين صبح جو دير سان اٿڻ ۾ پوري ٿيڻي هئي. ڪيس اها بہ خبر هئي، تہ ان اگهور ننڊ جا نشا پيهرن واري ننڊ کان هزارين درجا حُسن ۾ نکار ۽ نواڻ پيدا ڪندا آهن.

اِنتظار جي عذاب کان بچڻ لاءِ، هوءَ سينديءَ رتــن پيرن سان هندوري جي لَسي ۽ چلڪٽي ڪاٺ تـي وچٽ ڪري جهونگارڻ لڳي:

پرهه دل ڪـي ڪيو بي حال آ
هائي هڪڙي گهڙي چـڻ سال آ....

گيت مزو ڏنس ۽ پنھنجي آواز جي لئي تي پاڻ موھت ٿي پئي. موھ ۾ اکيون گھڙيال تان ھٽي ويس. پھرين مصرع کان پوءِ ٻي مصرع.... ٽين مصرع ۽ اچا چوٿين مصرع پئي ڳانائين، ته ٺيڪ اُن مھل تيز گام جي سيٽي ٻڌڪن تي پيس. ھوءَ انھيءَ دم شيشھڻ اُن وانگر آچل ڏيئي آٿي ۽ آرسيءَ اڳيان بيھر پنھنجو پرپور جائزو وٺڻ لڳي. چيلي باداسيءَ جھڙي رنگت تي، نڪ جي ست رنگي لونگ، ڪجلين اکين واري وٽندڙ نقشن ۾ چڻ ڪا لات ٻاري ڏني ھئس. سامت پتري سُرڪ صحتمند چپن تي پکڙجي ويس؛ جا ھر حسين ۽ جوان زال جي چھري تي، پنھ ھي جوين کان مطمئن ٿيڻ مھل ازخود پکڙجي ويندي آھي.

ھوءَ کھڙي به ھئي ته به اعليٰ ۽ نفيس ذوق جي مالڪ ھئي. پنھنجي ڪپڙي لتي جو خاص خيال رکندي، ھميشه اڇي اجري صاف سٿري رھند ھئي. جتان لنگھندي ھئي، اتان موتئي جي مھڪار پکڙجي ويندي ھئي. اُين ڏينھن جڏھن وٽس ھُو ايندو ھو، تڏھن ويتر پاڻ کي ٻھڪائي رکندي ھئي. ھن کي چاڻ ھئي ته مرد اڏڙي زال مان ڪڪ ھوندا آھن، جنھن جي جسم مان ھر وقت ٿوم، بصر، ھيڊ ۽ پگھر جا مليل جُليل ٻپڪا پيا ايندا آھن؛ جيڪي رڳو ان مھل ٺرنڪن ۽ ڪيٽن مان سٽيل سھٽا ويس وڳا ڪيي پائيينديون آھن، جڏھن ڪين ڪيڏانھن اٿو-ويھٺو ھوندو آھي. اُنھن ليکي مرد مڙس ٿيڻ بعد ان قابل نہ رھندا آھن، جو سھٺا ڪپڙا پائي اُنھن جون اکيون ۽ دل ٺارجي.
ھوءَ اڳئين زماني جي دلربا حسينائن نازنينائن وانگر نيچا ۽ خالص سينگار ڪندي ھئي. گلابي رنگت ڪاڻ پنير ۽ رسول جا وِھ جھڙا وڏا پيندي ھئي. ڪيسوڙن جي پاڻيءَ ۽ کير جي ڦيڻ سان مُنھن ڌوئيندي ھئي، ماکيءَ جون سرايون اکين ۾ وجھندي ھئي. تيل ڦُليل، سُرما، مينديون مساڳ استعمال ڪندي ھئي. وارن کي ميٽ ۽ ليمي سان ڌوئيندي ھئي. چيلھ کي تاحيات مضبوط رکن ڪاڻ ڪونئر ۽ چوڙ ڪُٽي ڦڪيندي ھئي. جسم کي سدا جوان رکڻ لاءِ طرح طرح جي تيلن ۽

عطرن جي مالش ڪرائيندي هئي. هن ڪي چوري تي ڪريمن، پائوڊرن ۽ لوشنن جا ليپا پوچا بنهه نه وڻندا هئا.... ها، هڪ ڀيرو سو ڪيس 'آئل آف آولي' لڳائڻ جو شونقڙو ٿيو هو. اهو خيال هون ۾ پلجي به نه اچيس ها؛ پر جڏهن ڏٺائين تہ ولايتي زالون تہ ٺهيو، ديسي بہ انهيءَ سؤ سوا جي شيشيءَ ڪري مکين وانگر چنبڙيون هيون، تڏهن سوچيائين ڪا تہ مٿيا منجهس هوندي! جڏهن هڪ رات مومل ڪيس ان شيشيءَ لاءِ فرمائش ڪئي هئي تہ هُن چاتيءَ سان لائيندي چيو هئس:
”سچي سون کي پالش جي ڪهڙي ضرورت.“ تڏهن انهن لفظن جي سرور، گهڙي ڪن ۾ سندس نڪريل روپ ۾ جيڪي جرقمل پاري ڏنا هئا، سي 'آئل آف آولي' جي شيشي ڪن ورهين جي استعمال تائين بہ نہ پاري سگهي ها. هُن تہ ڪٿي پنهنجي ڪيسي بچائڻ ڪاڻ اها ڳالهہ ڪئي هئي، پر هن تہ اهي ٻول هميشه لاءِ هنئين ساڻ هنڊائي ڇڏيا هئا. هڪ دل گهريو دلدار، جيڪو مردانگيءَ جو ڀرپور ۽ مڪمل نمونو هجي، ان جي طرفان ٿيل تعريف کي پهلا هوءَ ڪيئن ڀئي وساري سگهي. هن کي بہ جي نقلي سينگار سڙڙا وڻن ها، تہ پوءِ لاچار اهي ليپا پوچا استعمال ڪرڻ ڪان وسئون ڪين گهٽائي ها؛ پر سندس نيجا ۽ خالص سينگار هن کي وڻندا هئا. آهي منڙا ٻول اڄ بہ ڪنن ۾ ٻُريس پئي، جڏهن چار-پنج مهنا اڳ هن جي سربت ٿي، هن سنواڙ واري گهر ۾ آئي هئي.

هُن سندس اکين مان مٽڌ جا ڍُڪ پريندي، مينديءَ رتو نازڪ هٿ پنهنجي ڳاڙهي ٽيڪ پلان منديءَ واري رعبدار ڳتري هٿ ۾ جهلي زور سان دٻائيندي چيو هئس:
”جانب، تنهنجي جمال جي مان ڪهڙي ساراهہ ڪريان، تنهنجي انهن سينگارن تہ مونکي بيٺوہ سٽ ڪري ڇڏيو آهي.“
”ڇو ڀلا؟“
”اهي سينگار آهن سون تي رتيون.“

"ڪيئن ٿيلا؟" آرٽيڪاپ هئي، تہ بہ پورزي ٻڌجي پڇيو هئائينس.

"مان توکي دل سان ماٺي سگهندو آهيان."

"ڇاجي ڪري؟" هن هيٺين چپ جي ڪنڊ کي چڪ پائيندي پڇيو هو.

"انهيءَ ڪري جو تنهنجي نقلي پنبٽين ڪرڻ جو ٻپ نہ هوندم، تنهنجي وڳ وڪرڻ جي ڳڻتي نہ هوندم، نوڪدار ننهن سان آڪ نڪرڻ جو ڀؤ نہ هوندم، لوشن جو ليپ وات ۾ وڃڻ جو ڏکو نہ هوندم- وڏي ڳالهہ تہ فيشن ڪاڻ فاقن ماريل هڏائون جسم ٺيڙڪڻ جو اونو بہ نہ هوندم!" هن جيئن پوءِ تيئن ويجهو پوندي چيس:

"اهڙيءَ سان پلئہ انڪيو هئي ڇا؟" هين گهورن سان گهائيندي پڇيو هئس.

"توبهہ ڪر!" هن ٽڪ ڦيٽي ڪندي ورائيس. "مونکي سُکل هريڙيون نہ وڻنديون آهن، جن کي ڪُتي ٿڪي ڪاني ڇڏجي."

"تڏهن ڇا وڻندو اٿئي؟"

"مونکي گيئون جهڙو پڪو گوشت وڻندو آهي، جنهن کي ڇيچاڙڻ ۾ مزو ايندو اٿم." هن سندس هپس تي زوردار ٿاپي هڻندي ورائيو.

"مون تان ڪيڏاون ٿو ڪرين." مومل ٻانهن ۾ هلڪڙي جهندي پائيندي چيس.

"سچي، مونکي توجهڙي مضبوط زال وڻندي آهي."

"۽ مونکي تو جهڙو مٺيادار آدرشي مرد، بهادر ۽ سگهارو... جنهن جي پير جهڙي تڏي ڇانو ۾، مان سچي حياتي ٿڪل مسافر جي اکهور ننڊ جيان گذاري ڇڏيان." هين سندس جريب جيتري ويڪري ڇاتيءَ ۾ پنهنجو منهن لڪائيندي چيو هو. تن ڏينهن هوءَ ساٿس حجاب ڪندي ٿورو ڳالهائيندي

هئي، وقت سان گڏ جڏهن حجاب لهي ويس، تڏهن خوب انگل آرا ۽ حجتون ڪرڻ لڳي هئي. هيئر به ادائن جو اسير بڻائڻ لاءِ، ڪو سٽيل سٽي هوءَ مُرڪي پئي ۽ آئيني آڏو هٽي، ميز تان پيڪٽ کڻي لائيٽر سان سگريٽ دکائڻ لڳي. ڏانگي جي چڻ چڻ تي هوءَ ڊوڙي دريءَ ڏانهن وئي، کيس ايندو ڏسي هڪدم سگريٽ اڇلي، درجي ڪنڊي کولي، ڏاڪڻ لڳ ڪوٺيءَ ۾ گهڙي، آمالڪ پنهنجو پاڻ کي ڪٽ تي سٽي، منهن ويڙهي پئجي رهي. ڏاڪڻ تي هن جي هلڻ جو آواز جڏهن ڪن تي پيس تڏهن کيس پڌائڻ ڪاڻ، درد جي پيڙا سان ڏنگ ٻانهن چورڻ جي بهاني، وڏي رڙ ڪري چيائين: ”اي الله شڪر آ تنهنجو! اهڙين حالتن ۾ ڪيو اٿيم جو سڄن ڀونگن ۾ پئي پرين لاءِ پساهه کڻان....“

هُن اهو درديلو فرياد ٻڌو، پر انبن جي وڏي ڪوڪي کيس مُنجهائي ماريو، تنهنڪري ڪا رومينٽڪ سچئيشن ڪرئيٽ نه ٿي سگهي، جا اهڙن موقعن تي ٿيڻ گهربي هئي؛ رهندو هڪل ڪندي چيائينس: ”مومل.... هي تہ وٺائيم، ڦاسي پيو آهي....“

”آءٌ ٿي مران پنهنجي ساهه ۾“؛ داد نہ ٿيندو ڏسي رُڪائيءَ سان وراڻيائينس. ”ڇا ڦاٿو آٿئي؟“

”ڪوڪو ڦاٿو آهي“ هُن پگهر آگهندي چنگهہ چنگهان سان وراڻيو.

”ڪٿي لڳو آٿئي ڪوڪو؟“

”اوهو....چہ....ڪوڪو نہ، ڪوڪو؛ ڪوڪو! انبن جو ڪوڪو ڦاٿو آ در ۾.......“

”الا....آءٌ تہ آٿي به نٿي سگهان.... ڪوڪو ڪٽان ڪٽائيندس!“ مومل نزاڪت ڀريي نوع سان ڪوٺيءَ اندران وراڻيو. هُن جو رُڪ جهڙو تتل بدن ويتر باهہ تي ويو. ڪاوڙ ۾ در جو پيو طاق ڏونڪ سان جهڙو ڏڪيائين،

تيئن ٿونٺ ڦٽنجي رتو رت ٿي پيس.... جوش مان وٺي جو ڪوڪي ڪي مٺان ڪان اُڇل ڏنائين، ته سڄو اڳڻ انب ٿي ويو. ڦهڪو ٻڌي هوءَ، جا دَٽ هڻيو پئي هئي، ڏهڪاءَ مان اندر ئي اندر سُسي وئي.

"مار!! ڏاڍو ڪو جوش وارو آهي؛ پر مڙس ته ڦڏو نه ته جڏي جو جڏو، اگهڙين جو گڏو به پلا ڪو مڙس ڇنبو...." پاڻ کي آئت ڏيندي سوچيائين.

شينهن جهڙو مڙس پگهر ۾ شل ٿي هن جي پر واري کٽ تي پکي هيٺان اچي ويٺو. هوءَ زالن جي سدا جوان ادائن پٺاندر همدردي حاصل ڪرڻ لاءِ، جيئن جو تيئن مُنهن ويڙهيو پئي هئي. هيڏانهن هو پرئي مَٽ جيان همدرديءَ جون اميدون رکيو ويٺو هو، پر ڪوبه ٻوڏو ٻرندي نه ڏسي آخر پاڻ ئي ڪڇيو.

"ڊيٺال ته ڏجان، ٿونٺ مان رت پيو وهيم."

"ڇا مان پيو رت وهنئي!؟" هن ڪنن تان چادر هٽائيندي بيتابيءَ مان پڇيس.

"ٿونٺ مان، ٿونٺ مان! ٻڌء ڪونه ڇا؟"

"الله پناهه ڏي، آءٌ ته سڄي ڏڄي ويس ته الائي ڇا مان پيو وهي."... هوءَ نزاڪت مان اٿين ڇوندي منهن ٻيڙو ڪري سنڌن جي سور جي مريض وانگر آئي.

"آلا....ا.... ڇُري به نٿي سگهان.... سڄو بدن ڇڻ پڄيم پيو، ٺڙڪات پيا نڪرنم، پر تنهنجو رت ڏسي ٿي آئان ته مٺان تون دل ۾ اهو نه سوچين، ته اٿين ڏينهن مهمان ٿي ٿو اچان ته منهنجي اها عزت آهي!" وهنجڻي مان ڊيٺال آڻي ڪپهه جي ڦُڙي تي لڳائي. رت آگهڻ ڪان پوءِ ميڻي زهر جي ڇُريءَ مان ڇهڪ ڏيئي لوڻ ڀُرڪيندي پڇيائينس:

"مَٽس پوپيءَ ڇڏيو اٿئي جو آيو آهين." هُن جي زال ايمٺا ڇو ذڪر هوءَ پوپيءَ جي نالي سان ڪندي هئي.

"ڪيترن ڏينهن جي موڪل ڏني اٿئي ڀوڀيءَ؟"
"هُون! هُوءَ چا موڪل ڏيندي مان پاڻ ڇڙو ڏيڍ ڏينهن لاءِ آيو آهيان."
"بس ڏيڍ ڏينهن لاءِ! ڇو؟ مون کي ڏوهه ڪيو ڇا.... اڙ ڏينهن رهين ڀوڀيءَ وٽ ۽ ڏيڍ ڏينهن مون وٽ! آءٌ ڪا آن پڇ ڪان بہ ويس ڇا، وري بہ جوان تہ آهيان ايڏي سونهن ڪٿي ڪونہ اٿم."
"ڪير ٿو چوي تہ تو ۾ سونهن ناهي، ڪو توجهڙو ٿي تہ ڏيکاري" اک ڀڃندي چيائينس.
"پيارا مان تہ پاڻ کي ڪجهہ بہ نٿي سمجهان؛ پر هُن ڪٽل ڪان وري بہ چڱي آهيان، پاڻ جي ڀيري ڪان تہ سٺي آهيان، جنهن کي ڏٺي پيو ڊپ وٺي." ائين چوندي مُنهن ۾ جُوهم پائي ڏٺائينس.
"آئي هان! اهو اڪين کي ڇا ٿيو آٿئي؟"
"ڇا ٿيو اٿم؟" هُن هراس مان تڙتڪڙ ۾ اڪين تي آڱريون ڦيريندي پڇيو.
"ڏرا ڇو ڏيئي ويون اٿئي؟ مون تہ تنهنجو منهن هينئر جاچي ڏٺو آهي."
"توکي تہ سدائين مسخري سَجهي" هَن چڙ مان چيس.
"نہ نہ، الله جو سُنهن، مسخري نٿي ڪريان ــ هي ڏکي گاڏيءَ وارو سڪ اڪين ۾ ڇو هنيو اٿئي؛ وينوهنئين ڇا ڏکي گاڏيءَ ۾ جو هٿ اک کي لڳي ويئي."
"هَم هَم....،" ڀرو نهڪ ڏيندي ورائيائين. "اهڙي ڪائي ڳالهہ ناهي؛ اڄ ايمٽا سُرمو پارايو هئم."
"پوءِ سُرما پائي سُهاڳي ٿيو آتي پيو هجين ها نہ مون ڏانهن ڇو آيو آهين؟"
"تون تہ ڳالهہ مان ڳالهوڙو ڪيو ويٺي آهين، هائي ڇڏ روسامو."

”ڪري آهي ان پيريءَ ۾، جو نوان نوان لاڏ ڪري
ٿي توکي پرڻائي. وجي منهن تي چنڊ هڻ، هنيانءُ ٺو ٺارينم.“
ناز مان نڪ گهنجائيندي چيائينس.

”اڃو رُنو ڪيليءَ تي ننگيو پيو اٿئي، انهيءَ جي
ڪنڊ پُسائي اکين کي زور سان مَهٽ ته ڪارنهن نڪري.“

”حاضر منهنجي سائڻ، حاضر!“

هو آٿي وهنجڻيءَ ڏانهن وڃڻ لڳو، ته هيءَ وري ڪٽ
تي آهلجي پئي ۽ هٿ ڊگهيري سائيڊ ٽيبل تان ننڍڙي آرسي
کڻي پنهنجو منهن جانچيندي وڏي واڪ چيائين:

”سرمو سيڪو پائي، پر اک اک جو ڦير، مونکي
ته ڏس، ڪيئن نه ٺهي ٿو، اکيون ڪُٽليو ڏونئر ٿيو پون،
تو وانگر نه ته ماڳهين اندر گهڙيو وڃن.“ آرسي واپس رکندي
چيائينس: ”تون ته وري به سدا ملوڪ آهين، پوپي پائيندي
هوندي ته صفا منمڙي لڳندي هوندي. رڳو سرمو ئي سرمو
ڏسبو هوندو؛ اکيون ته ڏسبيون ئي ڪونه هوندس، نئون ماٺهو
ڏسيس ته پائين چڻ اکيون ئي ڪونه اٿس. وري خدا جي قدرت
جيڏانهن وڃي ته سون پائي! نه منهن نه مهانڊو.“

”مون ته ڪونه ٺهرائي ڏنو اٿس، ويچاري پننهجو کڻي
آئي هئي.“ هُن وهنجڻيءَ ڪان ٻاهر اچي اکيون مهٽيندي چيس.

”جنو نوريڙيءَ تي ڳالهه ڪئي، ته عشق مان توسان
پرڻو ڪيو هئائين، جڏهن مسواڙي هوندو هئينس ته منگهه
مان سُرهيون چنيون اڇليندي هئي. نوڻن جون ٿهيون ۽ سون
جون ڳوٿريون جهڻائيندي هُئي. جنبو ته ملڪيت واري هئي،
تنهنڪري سيرڙو ٻوهي ۾ ڏنئي!“

”اهڙين ڳلاخور رنن کي اڃڻ نه ڏيندي ڪر، جو هرويرو
دليون خراب ڪن.“

”آهي به توهانجي شريڪاڻي، منهنجي ڪا سائس ربي
ڪا خريفي! تون به ته مون ڪان ليڪي ٻوپيءَ کي

شهر گهمائڻ کاڻ وٽس آئي رهائيندو آهين؛ مونکي ٻه سڀ خبرون پيون پون، پر مون کو ڪڏهن ڪٿيو؟"

"گهمائڻ وري ڇا جو،" هن سگريٽ جو سهارو ڳوليندي کيسا ڦولهيا. "علاج لاءِ آڻيندو آهيانس."

"هائو علاج! ڇاٽان ئي ڪرڻ ٿي؛ اِهي جوٺهين جهڙيون شهر گهمڻ ۽ خريداريون ڪرڻ کاڻ، سدائين اڳهيون ٿيو، اسپتالن ۾ ڪمرا بُڪ ڪرائي، محفلون مچايو وينيون هونديون آهن. گهمي ڦري، ريشم گليون لتاڙي، دڪان ٻهاري، ٻناٽن جي خيمن مان ٽڪا ٽاپا کائي، وري اڳهيون ٿي اچي ڪمري منجهه ڍهنديون آهن."

"دلبر، هاڻي سُر ۾ اچ؛ ڇڏ پرائي پچر، ڪي قرب جون ڳالهيون ڪر، ته مان به خوش ٿيان." هن ساڻس پچڻ جي ڀيٽي نه ڏسندي ڳالهه بدلائي ۽ ٻنهي هٿن جون آڱريون پاڻ ۾ ڳنڍي، ٽڪاءُ ڪيڏي خوفناڪ آرس ڀڳائين. هوءَ ڏڪي وئي.

"ڇا ٿيئي؟"

"ٿيندم وري ڇا،" هُن اکين ۾خمار ڀريندي ورائيس: "تنهنجي قرب جو بکيو آهيان. هيڏيون منزلون خاص تولاءِ ته ڪري آيو آهيان. هت ته اچي ويهه، ايترو پري ڇو وينئي آهين؟"

"آءٌ اِتي ئي ڇڱي آهيان" هُن ماٺو ڪندي وهاٺو جهٽايس. "اچي هي ويهاٺو رک؛ چيلهه سنئين ڪر ته مان تنهنجي ڪاڻ ڇانهه ٻانهه ڪاڙهي اچان.... ڇاڪ ته ڪونه آهيان.... پر ڇا ڪيان....آلا....ا....ا...." هن ڪَت تان اٿندي، پيڙا مان چيلهه کي جهليو، وک وک ۾ ڪٽي رڏٽي ڏانهن وئي. اِهو لقاءُ ڏسي هُن جا ڇيهه ڇڄي پيا؛ ڪي گهڙيون ته ٻيءَ ۾ پيو هو؛ پر پوءِ دل ئي دل ۾ ڪو حساب ۽ ڳڻپون ڪري سامت جو ساهه کنيائين ۽ بليڪ اينڊ وائيٽ ڪشن واري ڇيڇاٽي بوٽن سوڏو رڏٽي ۾ ڪاهي پيو. ڇُلهه وٽ صندليءَ تي ويٺل

ڏسي پنن تي زور ڏيندي لاڏ مان چيائينس: ”جاني تون چاڪ ناهين، ڇڏ ڪٽي انهيءَ چانهه جي خفي ڪي.“

”آ.... آ.... هه...“ هن پنيءَ ڪي سنئون ڪندي راحت مان هلڪڙي دانهن ڪئي. ”آهه تم اِنهن مرداڻن پيڙن ڪاڻ جهڙي ڪر ٻاڙيل هئس.... ڪالهه دائي حليمان ڪان مالش ڪرائي پيڙا ڏياريم ته ماڳهين ٻچان پئي آئي، چٽڪ ماڪوڙا پئي ٻت تي سُريا.“ منٿ ڪن جي آسيس ڪانپوءَ آمالڪ هٿن ڪي جهليندي چيائينس: ”بس، ميڏي سائين! هاڻ گهٽيون هلاڪيون نه ڪر، اهو تنهنجو شان نه آهي. هلي پڌر ۾ ٿي ويهه، تڏيون هيرون پيون لڳن، مان اجها ٿسي چانهه ڪنيو اچان.“ هن پنهنجي ادائن جا تير نشاني تي لڳندي ڏسي، ناز مان ڪيري ٿيندي چيس. هُن مرڪي نهاريس ۽ ڪو گيت جهونگاريندي، پڌر ۾ اچي آرام ڪرسيءَ تي جنگهون پکيڙي ويٺو؛ رکي رکي پير به ٿي لوڏيائين ته سيٽي به ٿي وڄايائين. ايتري ۾ هن چيتن جهڙي چيلهه ڪي موڙا ڏيندي، چانهه جا ٻه مگا ڏري ۾ آڻي اڳيان رکيس. پاڻ به سامهون ڪرسيءَ تي ٿي ويٺي. چانهه ڏسڻ سان هن جي اکين ۾ تازگي اچي ويئي؛ پر پهرئين ڍُڪ پيئڻ سان ڍِرڪي پيو، لوبان جهڙو منهن بڻائيندي چيئينس:

”چانهه جي پتي آ، ڪين اگربتي!؟“

”پاڻ ئي ته آندي هيئي، پيارا!“

”مان ته ولايتي سهڻا ڏيا آڻيندو آهيان، جيڪي عام جام پيا وڪرو ٿين.“

”تڏهن مون اِهي اگربتيون ڪٽي وڌيون اٿمانس؟“

”دلبر ائين ڪٽي تو ڇوان، مان ته پاڻ حيران آهيان ته اهڙا سهڻا ڏيا....“

”تون پاڻ ڏس، انهن سهڻن جو حال اجهو اهو اٿئي. 'مٽيون چٽڪي مٽڪي، آندرون ٻُڙ ٻُڙ ڏڪي'، انهيءَ ڪان ته پنهنجي ديسي چانهه چڱي. پرائي چلڪي تي هرڪجڻ مردن

جي هونءَ ئي پراڻي عادت آهي. ولايتي دبا هجن يا پرايون زالون، چيلڪي تي واڇ پنجيو وڃين."

"جاني، اهي تير سونڊانهن ته نه آچل، مان ته تنهنجي خمدار زلفن جي ڪوڙڪي ۾ اڳ ئي سُڪ تيل آهيان."

"هائو، بلاشڪ! بلاشڪ! تڏهن ته اڪيلي ننڍڙڪي غيباڻي تيو پئي هوندي آهيان!" ٿري گهري ڪيس پنهنجي درد اچي ورايو.

"سنهنجي دل، اهي جدايون وقتي آهن، مان ڪوشش ۾ لڳو پيو آهيان، ته توکي هلي پاڻ سان گڏ رهايان."

"جڏهن عضوا پينگهون تيندم، تڏهن ڪلهي تي کڻي هلي ٺنگيندينم ڇا؟"

"ڳالهه تي ڪرين! اجان ته پاڻ پئي ننڍا آهيون."

"جوانيءَ جا ڏينهڙا ٻه ته اهي چار ٿيندا آهن، نئين ته ڪانم ساماڻبس!"

"فڪر نه ڪر، تون سدائين جوان رهندينءَ."

"فڪر ڪيئن نه ڪريان، انهن رات ڏينهن جي اوسيئڙن ته منهنجو سِر وڃائي ڇڏيو آهي."

"جاني اوسيئڙي ۾ جيڪو مزو آ سو ملڻ ۾ ڪٿيءَ هو پڏو نه تي.... ڳولهيان، ڳولهيان م لهان...."

"ها، باقي اِها ڪسر رهيل آهي، جو سندرو ٻڌي ڳولهيندي وتانءِ...."

"سيٺي ڇڙو مثال ڏنم، ڳولهينديئن ڇا لاءِ، مان ته تنهنجي هر ساهه ۾ سمايل آهيان."

انهيءَ جواب هين ڪي ڪوري ٺڪر جيان ٺاري رکيو. مٺي لهجي ۾ ڏوراپو ڏنائينس:

"اٺين ڏينهن ايندو هئين، هاڻ ته ٻه ٻه هفتا ٻه گذري وڃن. اڳيون قرب نه رهيو ٿئي مون ساڻ."

"اهڙي ڪائي ڳالهه ناهي جاني، مان ته ٻئل ٻه تو

ٻن ٽئو گهاري سگهان؛ ڇا ڪيان ڪڏهن ڪمرڪاريون ڏي
پونديون آهن."

"گذريل هفتي ڇو نہ آئين؟ تنهنجي وات تڪيندي
اکين جون ڏيانيون ڇڻ آجهاٽيون ٿي."

"گهر ڇاڪائي ڪونہ هئي تنهنڪري نہ اچي سگهيس."

"ڇو، وري ڪهڙو ڇٽو لڳس؟" مصريءَ جهڙي زبان
اوچتو ڪتڙي باداسي ٻٽجي ويس.

"ڇوٽون مهينو اٿس."

"اونهہ، اِها تہ سدائين مهيني مهيني ڪوڙ ڪيو ويٺي
اٿئي تہ پيٽ سان آهيان. ڪتان آيس پيٽ! ويٺي توکي خوش
ڪري. مڪڻ ڪي بہ ڪڏهن ڏند ٿيا آهن؟"

"ڪوڙ ڇا لاءِ ڪندي" هن زهر جي ڍڪ وانگر ڇانهہ
کي ڳيت ڏني. "ويچاريءَ کي ٽئيس ڏو پر ٻچيس ڪونہ ڏنو."

"بس بس گهٽو ٿيو، اِهي آيڙ نہ ڏوڙي تہ وٺي ڪيئن!"

"هينئر تازو ڏيڊ مهيني جو ٻار ڪريس تہ دائيءَ جي
چوڻ سان، مکڻ ۾ گڏائي ڳڙڪائي ڇڏيائين."

"توبهہ! آلا!! آخ....خ!" اڌ ٻريل مگو ڏڪار سان پري
ڏڪي چوڻ لڳي:

"سنهنجو تہ روح ئي ڦيرائي ڇڏيئي.... پڇڪ .... رن ڏائڻ
ٿي جا ٻچا ويٺي کيهي الله پليندس، پنهنجي پلٽي."

اِهو ٻڌي هن جي منهن جو پنو ئي لهي ويو، ڇڙ مان
چيائينس: "تون تہ سدائين ماٺهن تان ڇٽرون ڪرين."

"ڇٽرون وري انهيءَ ۾ ڇا جون آهن پيارا، سچ چوڻ
۾ چڙدي باهہ لڳئي! سياڻن صحيح چيو آهي تہ هن زماني ۾:
'سچ ميرچان، ڪوڙ ڳڙ؛
پيسر پئسا، زال گر'!"

اڄا تہ هفتو ڇڙو تو وٽ رهان، تہ تون تہ سنهنجو
جيڪر اندر ئي ساڙي ڇڏين! ڏيڊ ڏينهن ٿو اچان تہ بہ سڙيو جليو

ٻوءِ ڏو وڃان.“ هن مگو خالي ڪري سگريٽ دکائيندي چيس
”ها....ا....ن! توکي ايڏي ٻوڍيءَ جي چڙ لڳي آهي؛ پر اڄا
جي نڪاح ڪري سامهون وٺي ويهاريندين، ٻوءِ تہ سندس
چوڻ تي روز موچڙا بہ ٺوڪيندين!“

هن جو هڪدم موڊ بدلبو ڏسي سياڻي سياستدان وانگر
پلٽو کائي ويو.

”چري آهين؛ اڄايا ٿي خيال ڪرين، آءٌ سچو تنهنجو
آهيان. مون تہ ٻوڪ ۾ تنهنجا آزمودا ٿي ورتا.“

”ڪهڙا ٿو منهنجا آزمودا وٺين، ڪو آءٌ لڇي لفنگي
آهيان ڇا؟ اڳ ڪونہ ڏٺو هيئہ ڇا؟ منهنجو مرحيات بابو؛
خان خانان تر جو وڏو زميندار، ڏاڏو جاگيردار، پڙ ڏاڏو پرڳڻي
جو حاڪم، آءٌ اصل خاندانڻ، حاڪمزادي پر اِها تہ منهنجي
قسمت هئي جو.

”منهن ڏوڙ مٿي سر پايم،
سارا ننگ ناموس وڃايم،
ڪوئي پڇڻ نہ ويڙهي آيم،
هٿئون آلنا عالم کلندا، ڪوئي محرم حال نہ ملندا،
ڪيا حال سڻاوان دل دا..“

هن ڪن تي هٿ رکي غلام فريد جي ڪافي زاهدا
پروين جي اسٽائيل ۾ ڳائڻ کان پوءِ ٿڌو ساهہ کڻي چيو:

”هئہ نصيب! ڪتو بہ کاڌم ڪک بہ نہ پريم!“ اهو
پڌي هن جون اکيون ٽانڊاٽا ٻڄي ويون، پر سور پي ڏيو.

”چڱو تہ هاڻ مان ڪتو بہ ڏيس!“

”ڪو توکي ٿي چوان ڇا، اِها تہ چوڻي آ.“

”بس، تنهنجي پريت مان اسان کي اهي ئي نتيجا ملندا....“

”ٻيو ڪهڙا ملندئي؟ ٻوڍيءَ وانگر مون وٽ ڪڳل تہ
ڪونهن، جيڪي منگهن مان جهٽائيندي هيئي، جو اڄ وٺي
ٿي. اسان منگهن مان ممڙين وانگر عشق ڪونہ ڪمايا، اسان

ظاهر ظهور ٻيءَ تي ڏؤنڪو هٽي تنهنجي قرب ۾ ڪنڌ نوايو.“

”الائي ڪير ٿـو اچي تـوسان اهي خبرون ڪري!“

پريشانيءَ مان سنڌ جي نقشي واري رنگ برنگي ٽڪن جي ڏوپي لاهي، مٿو ڪنهندي ورائيائينس.

”ميهڙ مان ٻوٻيءَ لاءِ سينديءَ جا دٻا گهرائين. حيدرآباد مان ’ڪالا ڪولا‘ جا ٽيوب آڻيو ڏينس. اهي مکي هاٽي جڙان ٿي ٿئي؛ ولايتي ڪڪڙ وانگر جيڪا چمڙي ٻڌي لٽڪيس، تنهن جي ڪا ڪل ٿي ڪانهيس، انهيءَ جو ٻه ته ڪو ٻيلو ڪرينس نه!“ هن چڻ زهر اوڳاڇيو.

جواب ڏيڻ لاءِ هو ٿورو منجهي پيو؛ پر ذهن ۾ آئڊيا جو بلب روشن ٿيس. سگريٽ ماسر ۾ چٽيندي؛ ٽـوٽـن ڦيٽن کي ڍال جي طور استعمال ڪرڻ جو طريقو ڳولهي لڌائين.

”جاني! خبر نـاهي ـسون کي ڇا ڪيـو اٿس، کهڙا ڦيٽا وڌا اٿس، جو مان هن آڌو انڌو ٿيو پيو آهيان.“

”ڇا وري ڇا ڪيو اٿس“ وار نشاني تـي لـڳائيندي ورائيٿس. ”رڳو سون تي سر ڏيو پيو آهين.“

”منهنجي ليلي!.... منهنجو سر ته مجنـي وانگر رڳو تنهنجي محبت ۾ مستان ٿي غلطان آهي.“

”موچڙو هٽان اهڙي محبت کي جنهن ۾ هوند شڪر نه ٿئيم“ ائين چوندي ڳلڙيون ڦوڪي، منهن سونجائي، ماٺ ڪري ويهي رهي. سج ٻه سوڙ وجهڻ جي تيارين ۾ هو. ساسرون سگريٽ جي ٽوٽن سان سٽجي ويون. هن کي پنهنجو پنڌ هن پيري صاب ٻوندي نظر نٿي آيو. ڪي پل ٻاٽ اوندهه جهڙي ماٺ رهي. آخر هيئين واٽ وٺن ڪان سواءِ ٻي واهه نه سُجهيس. ٻانيائين، لڳو ته تير، نه ته تڪو. نمائي آواز ۾ چيائين:

”منهنجي مني، ڪجهه ڪارائيندئين پيارينديئين يا بکئي کي ويتر بک مارينديئين؟“

”جيڪي چئو.“ ٻن هفتن جون سانڊيل باهيون ڪڍڻ

ڪان پوءِ ڪجهه هلڪي ٿي.

”گهٽي تڪليف نه ڪجان جاني....“ هو سنگهه ڪيڏي ساڇو ٿيڻ لڳو.

”چڱو ته پوءِ آءٌ پٽاٽو ٿي تري وٺان، تون اسٽور تان پڪين پڪاين جو هڪ پئڪيٽ وٺي اچ.“

هن ٽپائيءَ تان مڱا ساسرون ڪٽندي وراڻيس. ”نه نه، ڏوڙ وجهين پٽاٽن کي! پڪيون پڪايون ڪارائي ڇو ٿي منهنجا پئي جهان وڃائين!“

”ڇو انهيءَ کي وري ڇا ٿيو؟“

”ساٿهن الاهي وهم وجهي ڇڏيا آهن، پوءِ ڇا ڪجي، تون آتي چانور ڻاهه، ته مان ڇهر وٺيو ٿو اچان.“

”ٽڪو آيو آهين، مان ڪري سمهي رهه. پٽاٽو نٿو کائين ته واڱڻ يا پينڊيون تري ڏيانءِ. ڇپيءَ ۾ ڪريلا به پيا آهن.“

”اهي ترڪاريون مون کي نه وڻنديون آهن.“ ائين چوندي ٽپ ڏيئي ڪرسيءَ تان اٿيو، ٿرماس ڪٽي ڏاڪڻ تان هيٺ لٿو ته ساڳيون ڇڻ ڇڻ وارو ٽانگو مليس. شهر جو چڪر هڻي، ٻه ڪلو برف ۽ ڏهن رپئي جي ڇهر وٺي واپس گهر اچي لٿو ته هوءَ به پٽ کي دم ڏيو ويٺي هئي.

رات جو ماني ڏيکي کائي وراڻدي جون ڇيڪون ڪيرائي، فل اسپيڊ پکا هلائي ۽ ڪٿون گڏائي جڏهن ليٽيا، ته هن ڏٺو ته اهو وقت اٿم 'ڇيتي'، ٿيڻ جو، سو وٺي پنهنجا سُرڙا ڪيڏيائين. هن کي خبر هئي ته آڪريءَ ۾ متو وجهو ته مُهرڊن ڪان ڪهڙو ڊڇڻ! ڪيس جان عالم جي طوطي واري شهزادي وانگر، ڪيترن ئي مرحلن مان گذري پار پوڻو هو، سو صبر سان ڪن ڏيو پيو هو.

”ڳالهه پڌي اٿئي....“ هن جي پيشانيءَ تي پيل سُرهي چٽيگ سان ڪيڏندي چيائين:

”کھڙي دلبر؟“

”ڪالهہ سوناري قادو ڀائيءَ وٽ وئي هيس....“ اهو ٻڌي هن جي گستاخ هٿ کي ڇڻ اوچتو ريل جو بريڪ لڳو.

”پوءِ“ ٻڏل آواز پاتال مان آيريو.

”في الحال ٻن تولن جا جھومڪ ۽ ٽن تـولن جو هار چئي آئي آهيان، ايندڙ هفتي تيار ٿي ملندا.“

”جاني، خبر اٿئي تولو سون جو ڪيتري آهي؟“

”ڪيتري بہ هجي، نيٽ بہ ڪامورو آهين.“

حالتون ساريون پيون اٿئي، اڳوڻيون ڪمايون ڪٿي آهن. چوڌاري ڦتڪن جا ڦهڪا پيا پون، هٿن سان مارائيندءِ ڇا؟

”جيڪي الهہ تلهہ هيئي، سو ڦري ويئي ڀوڳي، هاڻي اهي بهانا نہ ڪندين تہ پيو ڇا.“

”مهينو کن ترس، پوءِ جيڪي چوندئين وٺي ڏيندومانءِ.“

ائين چوندي ڇپن تي انجام جي سُهر هنيائين.

”اهو بہ تنهنجو انجام آمازئيندس. ڏسان تہ ڪيئن ٿو پارين!“

”پياري، جيڪو ڪجهہ ڪريان ٿو، سو سڀ تنهنجي لاءِ ئي تہ ڪريان ٿو، توکان وڌيڪ مينو ڀلا ڪير اٿم.“

”ڀوڳي بہ نہ؟“

”نہ جاني!“ هن گهڙيال ڏانهن تڪيندي تڏو ساهہ ڪڍي وراڻيو.

”سچ!؟“

”تنهنجي سِر جو سُنهن!“

”پوءِ ڀوڳيءَ سان ڪيئن پيو گذارو ڪرين؟“

”مڙيوئي پيو ليکيو لوڙيان!“

”ڀلا هڪ ڳالهہ تہ مڃيندين نہ؟“

”چئہ....“ هڪ وار وري هُن جـون يڪجا ڪيل سموريون طاقتون وسامڻ لڳيون.

”شريڪن جون شاديون اڇي سر تي ڪڙڪيون اٿم، سياٽي مون کي گهڙي، سينڌل ۾ به ني وڳا وٺي ڏيٺا اٿئي....“

”سڀني سياٽي جون ڳالهيون سياٽي سان، هينئر چڏ اِهي لهٽا ليکا...“ هُن سندس بدن جي مهڪار اُئين جهٽي جڻ ڦوڪني ۾ گئس ڀري رهيو هجي.

”انجام ٿو ڪرين نه؟“

”حاضر منهنجي سائڻ حاضر!“ هُن جو انداز ڪمپيوٽر جهڙو ٿي پيو.

”سور ڪان لڳ پيا ساٽا تينهم....“

وري ساڳيو سهاڳو شروع ڪيائين.

”دلبر اڃا ڪيترو تڙپائيندين، هاڻ ته ٻارهن به لڳي ويا!“

”پنهنجي رات ته ٻارهين ڪان پوءِ شروع ٿيندي آهي سهٽا“.

شوخيءَ مان ورائيائينس ۽ پوءِ دير تائين ڳالهيون مُهاڙيون ڪري سڀ ليکا چوڪا لاهي ڦان تي سمهي رهيا.

مومل هوئڻ ته ڪڪڙ جي ٻهرئين دس سان ئي اٿي کڙي ٿيندي هئي، تنهن کي اڄ ڏهه لڳي ويا. هن جي اٿڻ ڪري هميشه ڪيس دير سان جاڳ ٿيندي هئي. اها ڪا نئين ڳالهه ته نه هئي؛ پر هر ڀيري ڪيس دير سان آٿڻ تي اجايو تعجب ٿيندو هو.

”آئي الا! سج مٿي چڙهي آيو، نه چانهه نه پاڻي نياڳو ڪير وارو ئي هليو ويو هوندو. الائي ڪهڙا ڪيپ چڙهيم، جو آواز ئي ڪونه ٻڌو مانس“.

هو، جو نرم ويهاڻن کي ٻک وجهو، اونڌو ٿيو پيو هو، تنهن کي به مومل جي آواز تي جاڳ ٿي. ڪر موڙيندي چيائين: ”جاني، هاٽي ججهي ڪنڌ وجهي سليماني ڪٽي ناهيم. هينئر مون کان هليو ڪونه ٿيندءِ جو وڃي ڪير وٺي اچان“.

مومل وهنجڻيءَ ۾ ڏوال صابڻ ۽ بالٽي ڀري رکي آئي، پوءِ سليماني چانهه جو ڪوپ آئي ڏنائينس جنهن کي پيئڻ

ڪان پوءِ هو آٿڻ جهڙو ٿيو. وهنجي سهنجي ڏوال جي گوڏ ڪري ٻاهر آيو، ته هن سلوار ۾ اڳيٽ پئي وڌو. ڪپڙن پائڻ ڪان پوءِ گيلهو ڏوال ڏيندي، چيائينس: "ڀلا ڪا نيرن پيرن ته ناهي، رکيو سليماني چانهه جي اڌ ڪوپ تي ٽاريندين؟ چا؟ منهنجو ته بک ڪان هيانءُ ٿو لڙهي".

"الله پناهه ڏيئي، هيانءُ لڙهي تنهنجي دشمن جو، تون منهنجي سر جو تاج، گلي جو هار، توڪان سواءِ منهنجو ٻيو ڪير آهي"؟

"پوءِ آت ڀلا ڪو ٻيلو ڪر، بک ڪان مران ٿو".

"مرن تنهنجا ويري ۽ جيڪي توکي ڏسي نه سهن، آءٌ ڀاڻ آڻي تنهنجي ڪاڻ آڦرانا پچايان؛ پر ڀانيان ته اهي گهڙيون به توسان ويهي گهاريان، رڌڻي ۾ ڇو وڃايان؟"

"ڀؤ بنا ڀوليا، ناهي ساڄهه سونهن جي" هن آئيني آڏو وارن ۾ تيل هڻندي چپن ۾ جهونگاريو.

"ڪالهوڪيون 'پڪيون پڪايون' پيون آهن. اڄ ڪٿي ڪائي چلهه. ڪجهه نه ٿيندئي. انب به ميڙي پُسائي رکيا اٿم، چئو ته ٻه چار آڻي ڏيانءِ، انهن سان ڪائي حالي هيانءَ جهلو ڪري وٺ، ڏينهن به اچي چڙهيو آهي، ٻنپهرن جو ته هوئڻ به هوٽل تي ڪائيندا سين".

هن هوٽل واري ڳالهه ڪاپاري ڌڪ جيان ٻچائيندي، انبن سان ماني ڪائڻ لاءِ هائوڪار ڪئي.

هيانءَ جهلو ڪري وري اچي کٽ پيڙو ٿيو. هوءَ به پٽ ۾ ائين اچي ليٽيس جڻ ڪا سوپ ڪٿي هجيس.

"رات ڇيڻي ٿي نه ڪپڙا ۽ ٻيو سامان وٺي ڏيندين".

"ڇيو هئم چا؟" هن پورائيءَ سان پڇيس.

"ته تڏهن!"

"مينھي تنهنجي قرب اهڙا نشا ڏنم، جو خوابن جي دنيا ۾ وڃائجي ويو هئس".

”ونهي، رڳو سگهڻي جان بچڻ تائين ڏيان.“

”هن ڀيري پئسا گهٽ آندا اٿم، ٻئي ڀيري ڏسجانءِ ته ڇا نٿو ولي ڏيان پنهنجي مٺي مومل کي!“

”ڇٻو ته هن ڀيري گهمائيندين ڦيرائيندين به ڪونه؟“

”آءٌ ڀلا، جلدي تياري ڪري وٺ ته چڪر ڏياري اچانءِ.“ اهو ٻڌڻ سان هوءَ وڃي تيارين ڪي لڳي. هن تي پيهر نند جا نشا چڙهڻ لڳا. ڪلاڪ کن مس آرام ڪيائين، ته هوءَ به سورهن سينگار ڪري، عطر عنبير مکي، اچي سيڙرانديءَ ڪان وينيس ۽ چميون ڏيئي ڏيئي ننڊ ڦٽائي ڇڏيائينس.

هن اهو سڄو ڏينهن رڪشا ۾ چاڙهي راڻي باغ، ڄامشورو برج، هوٽل ۽ فلم تان گهمائي آڌيءَ رات جو گهر واپس آڻي ۽ ويندي ويندي سمورو حساب ڪتاب پورو ڪري، آسر ويل گوٺ لاءِ ريل ۾ چڙهي روانو ٿي ويو.

مومل 'نئين زندگي' سان 'لڏي ويا، آڏي ويا سُخن جي عمارت' جو اپياس ڪندي ته ڏو ساهه کڻي اداس اکين سان دَرَ ديوارن ڏانهن نهار ڪئي. هن جي دم سان هڪ اڌ ڏينهن لاءِ به ڪيڏي نه رونق هئي گهر ۾.... وري اُن ڏينهن جو وڇوڙو.... اوسيڙو.... يا نصيب! اجا چار ڏينهن اوسيڙي جي عذاب جا مس ڪاٽيائين ته صبح جي پهر اوچتو بندري ڦد واري چالاڪ جنو نوريڙي، جنهن جي سانس 'چنڊو چنڊي ڪي ڳولهي لهي، جي بنيادن تي پراڻي شناسائي هئي، سا اچي نڪتس. ٻڌر ۾ پيل ڪاٺ جي صندل تي ويهي پنهنجا بندرڙا هٿ نچائيندي ۽ نوريڙي جهڙيون اکيون ٽمڪائيندي چيائينس:

”خبر آئي ٿيو ڏهاڙو شهباز جوءِ ڪي علاج لاءِ منهنجي گهر آئي رهايو، اجهو هاڻ موڪلائي ويا آهن.“

”مون ڏانهن ته ڪونه آيو!“

”تنهن ڏينهن پائيان ٿي ته ويچارو تو ڏانهن ئي ٿي آيو، پر الله منهنجي توبهه، منهنجي زاري؟“

جنو نوريڙيءَ پٽ سان ٻئي بندريون آڳريون ڇُهي منهن نڪ تي وڏا وڏا جانا پڙيا.

”منهنجي سائينءَ ڏانهن ته خير هو نه؟“ هن جو هينئون وسامڻ لڳو. بيتابيءَ مان پڇيائينس.

”سون کي هاڻ خبر پئي آهي ته ويچارو سوت جي منهن ۾ آهي. ڪيس ڏسي منهنجا ته وائسرئي ڦري ويا.“

”قسم اٿئي قرآن جو جنو! سگهو ٻڌاءِ، منهنجو هيانءُ ٿو وجهنئي.“ هن ٻئي هٿ هنيانءُ تي رکندي چيس.

”ڪالهه نماشام جي مهل ٻارڙا وٺيو مٿي ويٺي هئس، اوچتو ڪڙڪو ٻڌي دريءَ مان هيٺ جو نهاريان ڪٿي، ته منهنجيون هينئون هيٺ مٿيون مٿي ٿي ويون.“

”ڇا ڏٺئي؟“

”ڪٿي جو ڏسان ته تو وارو شهباز پٽ پر ڪٽ تي ٻوتو ٿيو ويٺو هو، جوڙس تارونءَ وارو اهڙو ته زورائتو چنبو وهائي ڪڍيس، جو مٿو وجي پٽ سان لڳس - شڪ ناهي جو رت جون نينڊيون به وهي نڪتيون هنجنس! پيڙاسان ڪنڌ ڪري هيٺ ڪيائين، ته به ٿي چار چنبا لاڳيتا وهائي ڪڍيائينس: ”ماريا، ٿيو ڏينهن ڪان پئي چوئين ته مغز ۾ پان پان ۾ زون زون پئي ٿئيم، چڪر پيهنم ٿا؛ تيل جي تيري هٽينم، پر ڪو ٻڌين ٿو! ڳوٺ ته رات ڏينهن تيريون هڻندو هئين، هيٺ ڪهڙو ته مهٽو لڳنئي، پرائي گهر ۾ جيئن ڪچان نٿي، تيئن وجي چوٽ چڙهندو. اهو ڏڪ مان ور لاهي ڇڏينديمانءَ، متان ڪو پيو خيال ڪيو اٿئي، تون ڪاچين ڇا تي.“ جنو نوريڙي ڊرامائي انداز ۾ روئداد ٻڌائيندي چيو. مائيءَ اتي بس نه ڪئي، وري موهيڙي ۾ زور سان آڱر ڏنبيندي چيائينس:

”اهي موهيڙا ڦيهي وجهنديمانءَ، جن جي زور تي اهڙو شينگ تي پيو آهين، جو وڻ گهوڙو نٿو ٻڌين.“ ائين چئي پيشانيءَ تي پيل اسپرنگ جهڙي چڳ کي اهڙيون ته وٺي

چيڪيون ڏنائينس، جو ماڳهين سڌي سيخ ٿي پيئي، چي: ”وس پڇيم ته اِنهيءَ چنڊيءَ چڳ کي پاڙئون پٽي آڇليان! خبردار جو وري منهنجي سامهون اهي گوندڻ وارا سينگار ڪري هليو آهين. اِهي سينگار آهن به سڄاڻن تي؛ ڪا ته ڳالهه آهي جو ماڪ تي موهيو هلين، مون کي به ته خبرپوي، ڪهڙي نينهن جي نظاري تي چڙهيو آهين، جو فلڪ ٿي نٿو اَٽين. اِهو واءُ مٿي مان ڪڍي ڇڏ، نه ته سنگسار ڪري ڇڏينديمانءِ.“

اهڙيون ته وٺي آلرون ڪيائينس، جو الله منهنجي توبهن! منهنجي بابي جي به توبهن ته ڏاڏي جي به توبهن! سڄي چمار ۾ ڪنهن مرد جو زال هٿان اهڙو حشر نه ڏٺم؛ مٿجو گهٽيءَ ڏناسين پڌاسين پر هي ته ڪو مٿها مٿجو هو.... ڇا مرد جو شان، ڇا سهي موچڙوا رڳو مانڙي ڪيو ڪڏهن مُري تان پئي مٿر لاٿائين، ته ڪڏهن هٿن جون تيريون مهٽيندي، آڱريون پئي مروڙيائين سروڙيائين. اهڙو نماڻو ٿيو ويٺو هو، جو سچ پڇين ته ڏک کان هيانءَ ڇڄي پيم.... تنهنجي من جو ڪٿي مور هيو؛ پر منهنجو به ته پاڻرن جهڙو هو. اهڙو ته بيچڙو ڪيائينس، جو هاڻ توکي ڇا ويهي پڌايان! اِهو ته ٿيو پنهنجي پير مان لاهي مُنهن ۾ هڻي. ايترو سو پڌائيندي مانءِ ته پوءِ هيون شهباز جون توبهائون ۽ گيسيون! پيرن تي مٿو رکي پئي بخشرايائينس.“

مومل، جا ايتري دير عبرت جي سمنڊ جو کارو پاڻي اکين ۾ ضبط ڪيو ويٺي هئي، تنهن کي اندرئي اندر اوتيندي ڇولين جهڙي چوهه مان چيائينس: ”وڃي ڇائي پائي، مون وٽ نهي جُڙي. اچين ڪچين اچيو ويهي زال نه زال جو پاڻوتنهن کان پڇو تجهجي! اچا تي چيائين ته توسان پرڻو ڪندس. وڃ ڪُڏي پنهنجي ڪيري تي، سانس پرڻو ڪري ڪهڙو پنهنجو اڇو منهن ڪريان!“

”پيو وري ڇا، جيڪو پاڻ پيو گهلجي، سو توکي ڇا

سنڀاليندو.“ ڀنڀور کي ٻاهيون ڏيئي نوريڙي ته هلي وئي؛ پر هن جي ذهن ۾ اهڙو ڪو واڇوڙو لڳو، جنهن ڀنڀور جي وڻ جو مضبوط ٿڙ پٽي ڀور ڪري ڇڏيو؛ جنهن جي ٿڌي ڇانو ۾، هن سڄي حياتي ٿڪل مسافر جي اگهور ننڊ جيان گذارڻ جي خواهش ڪئي هئي. هن جون خواهشون، هن جا خواب ڀنڀور جي پنن وانگر ڇڻي وکرجي ڪري پيا هئا. ڪيتري دير تائين ذهن جي اسڪرين تي، سرپرائيزنگ ميوزڪ جي گونج ۾ هُن سان گهاريل گهڙيون اڀرنديون ۽ ڊهنديون رهيس. تنهن ڏينهن هوءَ ويهاڻي ۾ منهن وجهي ايترو رُني، جو اکين ۾ لڙڪن جي ڪا بوند باقي نه بچي هيس. هوءَ پوءِ سوچي سوچي آٿي، ته بنا دير ٻاهر واري ڇوڪري کي سڏائي چيائين: ”وڏيري ميمڻ کي وڃي چئو ته هتان منهن ڏيکاري وڃي.“

.... .... .... ....

هوءَ ته ڪو اوسيئڙو ڪونه ڪيو، پر هو ٻه ٽي هفتا ڪونه آيو، آخر چوٿين هفتي، ڦيٽ ڦيٽ ڪندي منهن سان در جي چائنٽ ٽپي اندر ٿيو. هوءَ اوڏيءَ مهل پلنگ ۾ سگريٽ ڇڪيندي، ڪاشيءَ جي ڪونڊين ۾ لڳل مني پلانٽ کي پائپ سان پاڻي پئي ڏنو. هن ڪنگهڪار جو هارن وڄائيندي چيس: ”خوش ويٺي آهين نه؟“

”نه تڏهن ڇا ٿي سمجهئي؟“ هوءَ ڏانهس ائين نهاريو ڄڻ هو ڪو ڪاڪروچ هو.

”ڪاوڙ ڪئي هوندئي؟“

”ڪاوڙ ڪري منهنجو موچڙو!“ سگريٽ کي چپٽي سان ڇنڊڪو ڏيندي ورائيائينس. ”اهي ويٺي هليا عزتن وارا ڏينهن، ڏٺم تنهنجا رعب ڪدوبيگ! مڙس ٻه اهو آهين نه جو ٻُجا ٻڌو ڪائين.“

”ڪير ٿو چوي؟ ڪڏهن؟ مون کي ٻُجا ڪير هڻندو؟! ڪنهن کي طاقت آهي!“

”اي هاڻي ٺهيو ٺهيو سيتا، تو ته گهڻئي ڏکيون ڳالهيون ٿي ڪيون، ته هيئن ڪندس، هونءَ ڪندس پر تنهنجو ته پول پڌرو ٿي پيو.“

”پڪ جنوءَ اچي پريو هوندئي، تنهن ڏينهن ايمٽا ڪي ٻه انهيءَ رَن اچي پڙڪايو، نه ته هوءَ هرويرو اهڙي ناهي.“

”ڪهڙي به هجي، منهنجو پوپيءَ ساڻ ڪو لهڻو ليکو، پر اڪين تان پردا ته کڄي ويم، تنهنجي اصليت تہ سامهون اچي ويئي.“

”انهيءَ ۾ اصليت جي ڪهڙي ڳالهه آهي، زال ماڻهو سان ڪهڙو وات ڏيان ها.“

”آءٌ تنهنجيءَ جاءِ تي هجان ها، ته اوڏيءَ جو اوڏي مهل مُنڍي مروڙي رکانس ها.“ هن نفرت ڀريل نگاهن سان نهوڙيندي چيس. هو ٻه وکون اڳتي وڌي آيو ۽ پانهن مان جهليندي چيائينس: ”مون کي بخش ڪر منهنجي سائڻ! هاڻ وڌيڪ ٻڌڻارڪو نه ڪريئم. اڳتي اهي دڙڪا تاب ڪونه سهندومانس. وري جي ڪوڙ ڪيائين، ته نيڙيءَ تي ننهن ڏيئي آڏت ماري ڇڏيندومانس.“

”هاڻ سون جو ڳنڊيو ٻه ٿي پوين، ته به منهنجي لاءِ ڳِلت آهين.“ ست سان پانهن ڇڏائيندي وراڻيائينس.

”ها، ڇڳو جو ياد ڏياريئي.“ هو ائين مُرڪيو ڄڻ ڦِڪائي وندرائيندو هجي. ”زيورن جي رسيد ته ڏي ڀلا، هيل ڪيسا پُر ڪري آيو آهيان.“

”ايڏهين ڪر پنهنجا ڪيڪا ڪيسا! ڪونه ٿا کپن تنهنجا زيور، جيئي وڏيرو مينهل خان پاڻهي وٺي ڏيندو!“

اهو ٻڌي هُن جي ڪنن ۾ ڀڙندڙ جبل ڦاٽي پيو، ڌرتي ڏڏندي محسوس ٿيس؛ پر پڌر ۾ ڪتل نـل جو سهارو وٺندي، پنهنجي پر ۾ تير هڻي ڪڍيائينس.

”اهو وڏيرو مينهل نه، جنهن کي اڳ ۾ ئي ستٽ سُريتيون آهن!“

”مڙس ئي ته ستٽ سنڀاليندا آهن، ٻاڙيا ته هڪ کي به نه سنڀالي سگهن. مان ته ماريندس ته ميرو، چاڪر کونه ڇڪيندس.“ نخر مان کونج جهڙو ڳاٽ اوچو ڪندي ورائيائينس: ”سيني جي سائڻ ڪري ويهاريندم، تو جهڙو کونهي جو ٻُجا ويڙهو ڪائي. توکي ٿي ڏسان ته جتونءَ جو چٽيل نظارو اکين اڳيان ڦريو ٿو اچيم. مون ته ڪنهن مڙس ماڻهوءَ جو سهارو ٿي گهريو، ته مٿي ڇانو ڪري عزت جا ڏينهڙا گهاريندس. مون کي ڪهڙي خبر هئي، ته تون ڪو اهڙو مجبوڙو هئين. هاڻ ته سوچيو اٿم، گڏهه جي لت کان هاٿيءَ جي لت وري به چڱي آهي.“

اهو ٻڌي هُن ڏند ڪرٽيندي چيس: ”ڏسان ته تون ڪيئن ٿي مينهل جي ٿين!“

”اهي جوش ڏيکار ٻوڙيءَ کي، جيڪا ڏُک جي ڏانو ۾ پئي ڪارائجي، مون کي اڪيلو نه سمجهه. ’ڪرياڻءَ ٿي ڪيهه ته مڙي ويندا ٽيهه، گهڙيءَ جو گهڙيءَ ۾ گهيلرائي سگهين ٿي. نڪاح ٻڌيءَ تي وس نٿو هلئي، آيو آهين مون تي ديرو دمائڻ، هون!“

”جيڪي توسان وهيم، سو سڀ ٻائي ٿي ويو!؟“

”اي هاٿي هل هل، جاڻ وڏيرو مينهل آيو ڪار ۾، تو جهڙو ڪونهي جو ٽانگي ۾ چڙهي گهنڊڙيون وڄائيندو، ڇڻ ڇڻ ڪري اچي لهندو.“

”ته ڇڏيو رن اڳ ئي ڪو مينهل کي هٿ ڪيو ويٺي هئين!“

”هفتو کن ٿيو اٿم جو ساهيائين، ۽ مان ڪنڌ ڪونه ڪيائي.“ موسل رومينٽڪ انداز سان ٿڌو ساهه کڻندي چيس. ”هُو ته ڪين سالن کان ڇتو هو؛ پر تنهنجي ڪري منهن

نه ڏيندي هئيمانس.“

اوچتو وڏيري مينهل جي ڪار جو ٻُل ڊاڪ اسٽائيل هارن وڳو.

ها... نو... نونو... آ.

”منهنجس، هائي ڇا ڪريان!“ مومل ڪي پريشاني وٺي ويئي. اچا ٽڙ ڦٽڙ ۾ هئي، جو ڏاڪڻ تي وڏي ڪُڙڪي واري بوٽ جي ٺڪ ٺڪ پئجي ويئي. ان دم ئي وڏيرو مينهل، هڪ هٿ سان شهپر وٽيندو ۽ ٻئي سان سٿرن ۾ ڪونهڙا ڪندو اچي اندر پهتو. جيسين تائين وڏيرو مينهل ڪانس ان بابت پُڇي ئي پُڇي، ته هن وڏي حرفت سان شهباز مان جان ڇڏائيندي چيو: ”ادا، هاڻي توکي موڪل، تون ٻلي وڃ ڳوٺ، ادي ايمنا کي به سلام ڏجانءِ.“

سياري جي هڪ سرمائي شام جو ايلفيءَ تان آن وٺي جيئن ئي شبنم ڪار مان لهي گهر اندر آئي ته ورانڊي لڳ ماڻس جي بيڊ روم مان انگلش اسٽائل وارو ٺهڪ ٻڌي ذري گهٽ پيڪٽ ٽي هٿ مان ڇڏائجي ويس.

"هي انگريز وري هتي ڪيئن!" دريءَ مان ايندڙ فارين سگريٽ جي دونهين جي خوشبو ساهه ۾ سمائيندي سوچيائين ۽ پيڪٽ ورانڊي ۾ ئي ٽيبل تي ڇڏي هوريان هوريان، نانگڻ وانگر سرندي ڪمري جي در وٽ اچي هڪي ٻکي بيهي رهي.

ڪارين ڪجلين اکين ۾ ڪيئي سوال اڀري آيا هئس، جن کي محسوس ڪندي ماڻس، جا سهڻن رنگن واري ريشمي اجرڪ ۾ ويڙهجي سيڙهجي هيٽر آڏو جنڊيءَ جي کٽ تي ويٺي هئي، تنهن اڃان چپ چوريا ئي مس ته هو فوجي انداز سان اٿي کڙو ٿيو ۽ ڏاڍي پنهنجائپ مان چيائين:

"ميڊم، مان آهيان اوهان جو مائٽ شيراز – پنهنجو ته تمام پراڻو رشتو آهي."

شبنم ٻه ٽي قدم کيس هٿ ڏيڻ لاءِ وڌايا پر وري گهٻرائجي وچ ۾ ئي بيهي رهي:

"السلام عليڪم." هن ڪنڌ لوڏي، جهڪي انداز ۾ کيس ڪيڪاريو.

"اونهون..." ماڻس ٽوڪيو، "هٿ ڏيئي مليس پياءُ کي، اهو سانڍي وانگر ڪنڌ جي لوڏ جو سڪٽو سلام پاڻ سنڌين کي ڪونه ٿو سونهين."

"امي اڳتي خيال رکنديس..." هوءَ هٿ ملائڻ جي ڊپ کان ٽراليءَ تي رکيل چانهه جهٽ ڪري کپس ۾ اوتڻ لڳي.

کيس ننڍپڻ ۾ گڏ رانديون ڪرڻ واري شيراز کان شرم پئي آيو. هن به اهو مارڪ ڪيو ۽ شوخيءَ گڏيل سادگيءَ مان ڪلندي ويهي رهيو. سائيڊ ٽيبل تي رکيل پليٽ مان ڊرام فروٽ کڻي کائيندي ڪنهن ڪنهن مهل ڏانهنس مرڪي تي ڏٺائين.

"ادا، ڪيتري ڪنڊ؟" هن زوريءَ چپن تي مرڪ آڻيندي پڇيو.

"هاف اونلي."

شبنم کي اڌ چمچو ڪنڊ وجهندي ڏسي ماسيءَ چيس:

"اي ادا، خيري صلي ڦڪي ڦوڪ جهڙي چانهه چا لاءِ ٿو پئين" ٿورو ويجهو ٿيندي پڇيائينس، "آهين ته خوش نه؟"

هو ٿورو مشڪيو.

"آنٽي، گهٽي ڪنڊ ٺلهو ڪندي آهي."

"بس ڪري ويهه ادا، اهي ڊاڪٽرن جا ٺلها ڊپ - آءٌ ته نن چئن چمچن کان گهٽ ڪنڊ ڪوپ ۾ وجهان ٿي ڪونه پوءِ به ٺلهي ڪٿي؛ پوري پني آهيان."

"او نو، ديٽ از ڪروئل، اها نا انصافي آهي. مُلن جي واحد حق تي ڌاڙو آهي."

"ڏاڍو شرير آهين،" ماسيءَ پيار مان چيس. هن مشڪي چانهه جو ڍڪ ڀري شبنم ڏانهن نهاريندي چيو: "اِٽ اِز ونڊر فل ٽِيِي."

هن مرڪي ڏنو.

"ادا، اها تنهنجي اکر اکر ۾ انگريزي مون کي ته سمجهڻ تي ماري. تون ته انگلينڊ وڃي ماڳهين انگريز تي پيو آهين."

"آنٽ، مان گهٽي ڪوشش ڪندو آهيان تہ صرف سنڌيءَ ۾ ڳالهايان پر...."

"عادت تي ويئي اٿئي." ماسيءَ پاڻ ئي ڳالهه پوري ڪئي.

”آنٽي....“ شيراز اوچتو ڏيان ڇڪايس، ”ڳالهين ئي ڳالهين ۾ اوهان جي چاش.... او.... آءٌ مين.... چانهه تہ ٺري برف ٿي وئي هوندي.“ اکين ۾ شرارت چمڪڻ لڳس.
”هاڻ ماسيءَ تي ڪلون ٿو ڪرين.... هان؟“ مرڪندي ’چاش‘ ساسر ۾ اوتيائين، ”تون وري ڪيڏانهن؟“ شبنم کي اٿندو ڏسي پڇيائينس.
”امي.... هو....“ هوءَ بهانو ڳولي نہ سگهي.
”گهڙي تہ ويهہ، ورهين کان پوءِ پاڻ آيو اٿيئي.... ڏهن ٻارهن سالن جو مس هو جڏهن چاچي انگلينڊ گهرايس.... تڏهن ڏنـو هـومانس. مٺان اڇي خير سان ڏيهن ٻٽيهن ورهين جـو جوان ٿيو آهي.“ ٿڌو ساهہ کڻندي چيائين، ”ادي عارفہ جي قرب ڏيس ها تہ هيڏن پرديس ڇو جهاڳي ها؟“
شبنم واپس سيٽيءَ تـي ويهندي شيراز ڏانهن نهاريـو جيڪو آڱرين ۾ سگريٽ جهلي ڪوچ تي ٽيڪ ڏيئي اکيون بند ڪري ’پگهلي پگهٽ‘ جيئان ڄڻ ڪنهن گيان ۾ وينو هو.
هوءَ ائين ئي سندس جائزو وٺڻ لڳي. ڪڻڪائون رنگ، ڪشادي پيشاني، مٺولا ڳل، ڊولائتا چپ.... شهباز جي پرن وانگر ڪليل پرون ۾ اکيون.... هوءَ اچان اکين ڏانهن نهاري ئي رهي هئي تہ هـن ڪٽي اکيون کوليون. ڪي پـل ٻنهي جون نظرون مليون. هـن کي ائين لـڳو ڄڻ وجـون وجود ۾ لهي آيـون هجن!
”.ان اوهان جو مائٽ آهيان.“
رکي رکي شيراز جا اکر پريا لفظ ڪنن ۾ سريلي گهنٽن وانگر پئي پڙيس. هن جو ’مائٽ‘ چوڻ لمس ڏيو وٺيو، نہ نہ ماڻيلي ماسيءَ جـو بہ ماڻيلو پٽ ... بـظاهر .م ڪا مائٽي نہ ٿي.
هو چگي وقت تائين وٽن وينو حال احوال ڪندو رهيو ۽ وري اچڻ جو چئي موڪلائي هليو ويو.

اها رات شبنم ڪافي دير هن بابت سوچيندي گذاري هئي. هن متعلق گهڻو ڪجهه ٻڌو هئائين ته تمام سٺو آرٽسٽ هئڻ سان گڏوگڏ سڀ ڪنهن سان پوپٽ وارو پيار به رکندو آهي. ڏاڍو حسن پرست، دل ڦينڪ ۽ الائي ڇاڇا.... پر خير، آرٽسٽ حسن پرست نه ٿئي ته پوءِ آرٽسٽ ڪيئن ٿيو؟ هن جڻ دل ۾ کيس معاف ڪرڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو. البت 'دل ڦينڪ' واري ڳالهه ڪجهه ڳري لڳس، پر ان کي به ڪجهه جي پوٽيءَ وانگر ڪٽي پري اڇليائين.... "اونهه، پيو ٿئي دل ڦينڪ، اسان جو ڪو ڊول ڪو ڇمٽو."

اها به خبر پئي هئس ته انگلينڊ ۾ هڪ انگريز عورت سان شادي ڪرڻ بعد ٽن ٻارن جو پيءُ بنجي انهيءَ کي ڇنيسر وانگر ڏهاڳ جو ڏئون ڏيڻ وارو آهي. شايد هوءَ ڪنهن 'هار' تي هرڪجي کيس هميشه لاءِ وڃائي چڪي هئي. انهن مڙني ڳالهين جي باوجود به شبنم کيس هڪ نهايت دلچسپ شخصيت تسليم ڪري چڪي هئي، جيڪا هن جي لُڪ-ٽن لوسائيل زندگيءَ ۾ جڻ بسنت بهار جي ٿڌڙي هير بنجي آئي هئي.

شيراز جون زندگيءَ سان ڀرپور ڳالهيون ٻڌندي سوچيندي هئي ته، ڪيترا نه خوش قسمت آهن اهي انسان جن جون ڳالهيون دلچسپي ۽ چاهه سان ٻڌيون وڃن ٿيون. هن جي موجودگي ڪانئس اهو احساس به ڪي قدر گهٽ ڪرائي ڇڏيو هو ته هوءَ ڪا ٻن يتيم ٻارن جي ماءُ آهي.... نه ته شادي جي ڇئن سالن جي پرمسرت زندگيءَ کان پوءِ پنجن سالن جو هولناڪ عرصو هن ڪهڙو نه اذيتناڪ حالتن ۾ گذاريو هو.... هاڻي ته حياتيءَ جو مقصد ٻارن جي اعليٰ تعليم ۽ پالنا کان سواءِ ٻيو ڪوئي نه هئس.

زلفي ايتري ملڪيت ڇڏي ويو هئس جو کيس ڪنهن به قسم جي مالي مشڪلات نه هئي. اڪيلائي جي خيال کان

ماءُ کي بہ پاڻ سان گڏ رهايو هئائين. هو پنهنجي زندگي نارمل حالتن ۾ گذارڻ جي گهڻي ڪوشش ڪندي هئي، پر جڏهن مائٽياڻيون ۽ ملڻ واريون همدردي ڪندي چونديون هئس: ”هئي هئي، هن عمر ۾ ڀسيون ڪرايون!“ تڏهن ڪيس ڏاڍو ڏکيو لڳندو هو. ڪي تہ چڙو ”ويچاري جواڻ جماڻ“ چئي ٽڏو ساهہ کڻي رحم ڀريل نظرن سان ڏسنديون هئس ۽ ڪي تہ ماڳهين هانوَ ڦاڙيندي چونديون هئس:

”پهاڙ جيڏي زندگي ڪيئن گهاريندين؟“

تڏهن اهو سڀ ٻڌي هن کي پنهنجي اندر هڪ ڪامپليڪس جو پيدا ٿيڻ محسوس ٿيندو هو ۽ ڀوءِ ان کي هٽائڻ لاءِ جڏهن هن ڏيڍ ٻڙن نئين ڊزائن جون سونيون چوڙيون ٺهرائي ٻانهن ۾ پاتيون تڏهن ماڳين مائٽياڻين جا نڪ پيراشوٽ وانگر تاڻجي ويا هئا ۽ خاندان جي عزت خطري ۾ نظر آئي هئن. ماڻس بہ تہ نماڻائيءَ سان ڌيمل لفظن ۾ چيو هئس: ”ڌيءَ.... ايتريون ساريون چوڙيون نہ پاءِ .... لوڪ ڇا چوندو. هڪ بہ ڪٽي....“

”چوڙين پائڻ سان ڇا ٿيندو امي.... مون پنهنجي زندگي زلفي جو نالو وٺي زنده رهڻ تي وقف ڪري ڇڏي آهي.... هو مون سان هميشه گڏ آهي....“

”پر بہ ڌيءَ....“ پوءِ هن اهي چوڙيون وري ڪڏهن نہ پاتيون.... جڏهن ڪان هوءَ وڏوا ٿي هئي تڏهن ڪان هن جا ڪن ڏاڍا سرلا ٿي پيا هئا. هو پنهنجي باري ۾ ننڍي ڪان ننڍو سرٻات بہ ٻڌي وٺندي هئي.

سڳيءَ سوٽ جي شادي جي رسمن مهل جڏهن ڇاڇهيئس جي واتان حجامڻ کي چوندي ٻڌو هئائين: ”مائي زينا سنڀالجان جيئن ڪنوار جي مٿان سندس پاڇو بہ نہ پوي.“ تڏهن سندس دل ٻلاسٽراف پيرس جي رانديڪن وانگر ٽٽندي پڇندي محسوس ٿي هئس.... تنهن ڏينهن ماءُ کي ياڪر پائي هوءَ ڏاڍو رني هئي:

"امي... مان ايتري منحوس ٿي وئي آهيان جو ماڻهو منهنجي پاڇي کان به ٽا ڏجن! پين ۽ شبن وڏا ٿيندا ته ڇا مان پنهنجي پٽن کي موڙ به نه ڀڏي سگهنديس؟"

"شبنم، اهي جاهل ماڻهن جا وهم آهن.... تون ته پڙهيل لکيل آهين. توکي اهي ڳالهيون دل ۾ نه ڪرڻ گهرجن."

ماڙس لڙڪ اگهندي دلداري ڏني هئس. جيتوڻيڪ اندر ئي اندر هوءَ به رت جا لڙڪ لاڙي رهي هئي. لوڪ جي همدردين، نفرتن ۽ اعتراضن هن منجهه ايترو ته احساس ڪمتري پيدا ڪري ڇڏيو هو جو ٻاهر اٿڻ ويهڻ بند ڪري ڇڏيو هئائين. نه هو ڪنهن وٽ ويندي هئي نه ئي ڪير هن وٽ ايندو هو.

شيراز جي اچڻ ڪري گهر ۾ ڄڻ رونق پيدا ٿي پئي هئي. ٻار جيڪي سدائين ماءُ سان چهنبيل هوندا هئا سي به ساڻس گهڻو هري ويا هئا. شيراز کي به سندن انگل آرا ڪٽندي خوشي ٿيندي هئي. هو جيتوڻيڪ وڏن روز ايندو هو تـه به شبنم سان کلڻ ڳالهائڻ جو موقعو نـه پئي مليس، پـر تنهن ڏينهن وراڻدي ۾ سوئٽر ٺاهيندي ڏسي موڙو ريڙهي وٽس اچي ويٺو ۽ ٿڌو ساهه کڻندي چيائين: "اسان لاءِ ته ڪو نٽو ناهي."

"ٻاپي ويلينٽي کي ڇٺو نه." هن سندس ڏ ڪندڙ رڳ تـي هٿ رکيو، "ٻاپي ته پاڻ ڏاڍو سٺو ٺـاهيندي هونـدي! انگريزياڻي آهي نه...."

شيراز شوخيءَ مان گهري نظر سان نهاريس، ڄڻ چوندو هجيس: "هڻ ٽوڪون. ڪر ٺٺوليون.... اڏائيم مذاق."

شبنم جي ڇهري تي شرير مرڪ پکڙجي وئي.

"مان آنٽي کي چوندس پوءِ ڏس ته ڪيئن نٽي نٽ ڪري ڏيـن...." هن سندس سوم بتين جهڙين آڱرين ڏانهن نهاريندي چيو، جيڪي تيزي سان نيڊلس هلائي رهيون هيون.

ڪجهه دير ماٺ رهي ڪيس اهي نـازڪ هٿ پنهنجي هٿن ۾ جهلڻ جي شديد خواهش ٿي.

هو چوڻ لڳو، ”هيڏي ڪر مان تنهنجو هٿ ڏسان.“
”مان نه ڏيکارينديس.“ هن هٿ لڪائيندي چيو. ”انهن ۾ هائي هوندو ئي ڇا، ڀاڳ جو دروازو ته بند ٿي چڪو آهي.“
”شايد ڪنهن پاسي ڪا دري کلي پئي.“
”مان اجايو وهمن ۾ پئجي ويندس.“
”اهڙي ڪا ڳالهه هوندي ته مان ٻڌائيندس ئي نه.“
”نه ادا، مان ڊڄان ٿي.“
”بس بس، مون کي گهٽا لقب نه ڏي. صرف شيراز ڪافي آهي. هيڏي ڪر هٿ.“ هن موڙو ريڙهي اچان به ويجهو ڪيو ۽ هوءَ پريان ئي ڪيس پنهنجا هٿ ڏيکارڻ لڳي، هن جهٽ ڪري کين پنهنجي هٿن ۾ جهليو ۽ اکيون سندس اکين ۾ وجهندي شاهه جو شعر چيائين:
”موسل کي مجاز جا اکين ۾ الماس،
نه عام نه خاص؛ جي ويا، سي وڍيا.“
”چنڊ چوانءِ سچ، جي وڙهين....“
”هي اڄ توهان کي ڇا ٿي ويو آهي؟“
”تنهنجي ڇهري کي ڏسڻ سان مون کي چنڊ ياد ايندو آهي.“ نگاهن مان نينهن، ڇاڻون ڪري ڇٽي پيس.
”انهيءَ تڪلف جي ڀلا ڪهڙي ضرورت.“
”باءِ گاڊ شبنم، تنهنجي گول ڇهري کي ڪارن وارن ۾ ڏسي ائين لڳندو اٿم جيئن چنڊ ڪارن ڪڪرن مان ليئا پائيندو هجي.“
”ڇڏيو ڇڏيو اهي ڪوڙ.“ هن هٿ ڇڏائي چيو.
”نون پلي نثاءِ پر اها حقيقت آهي ته توکي ڏسڻ سان چنڊ جو اميج ذهن ۾ ابري ٿو.“
”هون، اوڻٽيهين اونڌائيءَ وارو چنڊ.“
”هتي به ته ساڳيو حال آهي، ٿاڪ منجهند ڪڏهوڪو گذاري شام جي ڪنارن ڏانهن پيو رڙهي پنهنجو سج به ته.“

”توهان ته مرد آهيو.... مان پڻ ٻارڻ جي ساءِ آهيان.“
”دين وات، مان به ته ٽن ٻارن جو پيءُ آهيان. تون ڪٿي چئن جي هجين، اٽ ميڪس نو ڊفرنس.“
”جي!!“ هن پنهنجا پدمٽا پير اڻ ڏٺي پلصراط تي ڪنبندي محسوس ڪيا.... دل جي ديول ۾ مريم جو بت ڏڏندي محسوس ڪيائين.... خطري جون ڪيئي گهنٽيون وڄائيندي فائر برگيڊ جي گاڏيءَ مغز ۾ چڪر ڪاٽيس.
”اوه....“ هوءَ پڳهرجي وئي.
”وات هيپنڊ؟“
”ڪجهه نه.“ هن اٽندي چيو، ”ٽي. وي تي سنهنجي پسند جو پروگرام هلندو پيو هوندو سو ياد اچي ويم. اچو، توهان به اچي ڏسو.“
هو بي دليءَ سان اٿي هن جي پويان اچڻ لڳو ۽ ڪوچ تي ويهي اداسيءَ مان ٽي. وي ڏسندو رهيو.
ماسيءَ کير ۾ ٿهيل سـَيون آڻي اڳيان رکيس ته به نه کاڌائين ۽ طبيعت ٺيڪ نه هئڻ جو بهانو ڪري جلدي هليو ويو.
ٽي ڏينهن گذري ويا، هو نه آيو شايد ته رسامو هو.
پر جڏهن هڪ شام شيراز کي ڏيهل قدمن سان ايندو ڏٺائين ته سندس خوشيءَ جي حد نه رهي. پنهنجي خوشيءَ تي پاڻ حيراني وٺي ويس.
”ڇا ٿي پيو جو خوش ٿيس.... هو سٺو انسان آهي.... سٺي انسان مان ته هرڪوئي خوش ٿيندو آهي.“
شيراز ڊرائنگ روم ۾ اچي ويٺو ۽ ريڪ مان رسالا کڻي اٿلائيندو پٿلائيندو رهيو. شبنم ڪافي ٺاهي ڏانهنس وڌائي. هن ڪپ وٺندي پڇيو: ”ٻار نظر نٿا اچن؟“
”مولوي صاحب کان پڙهن پيا.... ڇو؟“
”ائين ئي پڇيم.“

”ايترا ڏينهن اوهان ڪونہ آيا.... ٻارن ڏاڏو ياد ٿي ڪيو....“

”ڇڙو ٻارن؟“

”امي بہ تہ ڏاڏو ياد ٿي ڪيو.“

”بس.... پيو ڪنهن بہ ياد نہ ڪيو؟“ اکين ۾ شرارت نچڻ لڳس.

هوءَ شرم کان ڳاڙهي ٿي وئي. ڪوبہ جواب نہ ڏيئي سگهي.

”شبنم“

”جي.“

”صرف جي ڇو؟ جي شيراز ڇو نہ؟“

”رکو نالو ڪيئن وٺان؟“

”مان ڪو ايڏو توکان وڏو، بزرگ يا چاچو تہ ناهيان جو بي ادبي ٿيندي.“

هن کي کل اچي وئي.

”وائي آر يو لافنگ؟“

”نہ کلان؟“

”ڀلي کل، پر ٻڌاءِ تنهن ڏينهن منهنجي ڳالهہ اڌ ۾ ڇڏي ڏي. وي ڏسڻ ڇو هاي وئين ءَ؟“

”اهڙي تہ ڪائي ڳالهہ نہ هئي.“ شبنم چور نظرن سان ورائيس، ”ڪي ڪي پروگرام سٺا لڳندا آهن.... توهان کي نہ وڻندا آهن ڇا؟“

”مون کي تون وڻندي آهين.“

هوءَ ويتر شڪي ٿي وئي ۽ قالين تي پير گهمائڻ لڳي....
ائين ڪندي شيراز کي ڏاڍي وڻي. هو يڪ ٽڪ ڏانهنس نهاريندو رهيو.

شبنم هن جي اکين جي تپش برداشت نہ پي ڪري سگهي ۽ ان کان بچڻ لاءِ زوريءَ چيائين: ”امي کي اوهان جو ٻڌائي اچان.“

”ترس، ڪهڙي تڪڙ آهي.“ هو مشڪيو، ”پوءِ گڏجي ٿا هلون. مان اڃان اتي ئي آهيان.“
”امي ته پاڻ ئي اچي وئي.“ ماءُ کي ايندو ڏسي چيائين.
هو اٿي سائس مليو. ڪجهه دير ويهي حال احوال وٺڻ کان پوءِ ماسينس نماز پڙهڻ لاءِ اٿي وڃڻ لڳي.
”آنڪل، آنڪل!“ ٻار ونس ڊوڙي آيا.
”ايترا ڏينهن ڪٿي هئا آنڪل؟“ ٻبن پنهنجون ٻانهون هن جي ڳلي ۾ وجهندي پڇيو.
”۽ توهان ايتري دير ڪٿي هئا؟“ رسڻ جهڙو منهن ٺاهيندي چيائين، ”مان سوير کان توهان جون پچائون پيو ڪيان.“
”آنڪل مولوي صاحب چڙيو ئي نه پي.“ شبن چيو.
”آنڪل، هو.... توهان چيو هو نه....“ ٻبن، ماءُ جي ڊپ کان پنهنجو اشارو واضح نه ڪري سگهيو.
”ها ڊيئر،“ کوٽ جي کيسي ۾ هٿ وجهندي چيائين.
”هي ڏسو توهان جا ببل گم، چاڪليٽ، لالي پاپس، اسٽڪر، مارڪر ۽ ڪلر پينسلون....“
”هون.... ته اندر ئي اندر انڪل کي فرمائشون ڪيون اٿو.“ شبنم شوخيءَ مان چيو.
”انڪل کي ئي ته فرمائشون ڪبيون آهن، ڪيئن ٻارو؟“ ڳلن تي پيار ڪندي چيائين.
هيتريون ساريون شيون ڏسي ٻار خوشيءَ مان ڄڻ بي قابو ٿي رهيا هيا.
”چڱو هاڻي جلدي مان ڊرائينگ ڪاپي ۾ ڪلر ڪري پوءِ مون کي ڏيکاريو، ٺيڪ؟“
”ٺيڪ آ انڪل.“ ٻئي خوشيءَ مان ڪلر ڪرڻ لاءِ پنهنجي ڪمري ڏانهن ويا.
ڊرائينگ روم ۾ هاڻي هو اڪيلا رهجي ويا.
”سوير آنٽي ٻڌايو ته توهين حيدرآباد وڃڻ ڪاڻ سنڀريا

آهيو؟" شيراز پڇيس.

"ها، اهي ڪي وڏو آهي. ٻارن ڪي به موڪلون آهن، منهنجو خيال آهي ته اسين به ادا جن وٽان گهمي اچون."

هو هڪدم سنجيده ٿي ويو.

"ڊيئر، از سمٿنگ، آءِ هيو ٽو ٽيل يُو."

"ها، چئو."

"جي تون ويندينءَ هلي ته مان اهي ڏينهن ڪيئن گذاريندس... منهنجي دل ٿي چاهي ته ٻه ٽي ڏينهن توکان پري رهي مون ڪيئن گذاريا... مون ڏٺو پئي ته توکان سواءِ رهي سگهان ٿو يا نه...."

"جي!!" سن مندر ۾ ڪيئي گهنٽيون وڄڻ لڳيون.. . وڄڻ ڪو پڄاري مورتي جي چرنن ۾ پنهنجي دل پيش ڪرڻ لاءِ اچي رهيو هجي.

"انگلينڊ وڃڻ ۾ باقي ڪي ڏينهن ته وڃي بچيا اٿم.... تون ويندينءَ ته هر هڪ ڏينهن منهنجي لاءِ عذاب بڻجي ويندو...."

"..... ....!" هوءَ پنڊ پهڻ بڻجي وئي.

"شبنم، وقت منهنجي هيانءَ ۾ تنهنجي مورت پڪن رنگن ۾ چٽي ڇڏي آهي ۽ مان اهڙي حالت ۾ پهتل آهيان جو هڪ پل توکان پري پاڻ ٿو سهي سگهان."

هن ڪان الائي ڇو وري به اکر نه اڪليو.

"يو آر ڊفرينٽ فرام ايني ادر وومين آءِ هيو ايور ميٽ." شيراز جي انهيءَ ڪامپليمينٽس تي هن جي اکين ۾ روشني ظاهر ٿي.

"ننڍپڻ جون يادون ڏاڍيون پياريون ٿينديون آهن شبنم، اهي ڪڏهن به نٿيون وسرن.... حالتون مون کي توکان پري وٺي ويون ته به تنهنجي ياد مون کان نه وسري سگهي.... مان اکين ۾ تنهنجي تصوير کڻي توکي انگلينڊ جي رنگين رستن تي تلاش ڪندو هئس ۽ پوءِ هڪ ڏينهن سون کي

ويلينٽي سلي وٺي جنهن جي وجود ۾ توکي ڳولهڻ لڳو هئس .... مون کي سائس لڳاءُ هو. هو منهنجن ٻارن جي ماءُ به ته هئي، پر اسان جي وچ ۾ ڪڏهن به ذهني هم آهنگي پيدا نه ٿي سگهي هئي، ها.... ان کان سواءِ ٻي ڪا هم آهنگي ڪابه حيثيت نٿي رکي.... اهوئي ڪارڻ آهي جو سائس سمجهوتو نه ڪري سگهيس ۽ هوءَ مون سان وفا نه ڪري سگهي."

نينهن سندا ناسور ڇڻ اکلي پيا هئس.

هوءَ ڏانهس ائين نهاري رهي هئي، جيئن ڪو ٻار ٻرين جي آکاٽي ٻڌي رهيو هجي. ڪي گهڙيون ماٺ رهي شيراز چيو: "مون توکي پهرين ڏينهن ڏسڻ سان چيو هو ته پنهنجو پراڻو رشتو آهي.... مون کي توسان هڪ نئي رشتو منظور هو، اهو هو توتان فدا ٿيڻ جو، سير گهورڻ جو.... تنهنجو تن من پنهنجو ڪرڻ جو ۽ پنهنجو تن من، دل جون واڳون تنهنجي هٿ ۾ ڏيڻ جون. ان کان سواءِ ٻيو رشتو نه اڳ مون کي قبول هو نه هن کان پوءِ ٿيندو، مان توسان شادي ڪندس.... دير از نٿنگ ٽو اسٽاپ آس.... نٿنگ .... تون چنڊ بڻجي منهنجي زندگيءَ ۾ چمڪنديئه."

"اهو ناممڪن آهي شيراز." هن پهريون ڀيرو سندس نالو ڪنيو.

"وائي، جسٽ ٽيل مي وائي؟"

"انڌيرو منهنجو مقدر آهي.... مان تنهنجي زندگيءَ ۾ ڪابه چانڊاڻ پکيڙي نه سگهنديس."

"منهنجي دل ۾ تنهنجي چاهت جي چانڊاڻ هزارين چنڊ چمڪائي ڇڏيا آهن.... آءِ ول ميڪ يو هيپي، آءِ ول لو يو ناؤ اينڊ فار ايور وٿ آل ماءِ هارٽ اينڊ سول."

"اوهان ويلنٽي کي بيوفا چيو ٿا، مون به ته زلفي سان توڙ نڀائڻ جو وعدو ڪيو هو.... محبت ڪئي هئي.... هو ڪٿي دنيا ۾ ناهي.... هن جي ياد ته مون سان آهي. وفا جو

وعدو ڏوڙي، مان به تہ بيوفا ٿينديس!"

"فارگيٽ اِٽ، ليٽ اس اونلي اِئينڪ آف ٽُو ڊي."

شيراز سگريٽ دکائيندي چيو، "مان پيار ۾ ڪي حساب ليکا نہ ڄاڻان. تون ڪنهن جي بہ پلوءَ ۾ پئل هئين. ڪنهن سان بہ وعدا ڪيا هئا. مان اهو وساري ڇڏيندس، پر هاڻي تنهنجو تن من منهنجو هوندو. جيڪي بہ پهر گذاريون، مونسان گذاري سگهندينءَ اهي منهنجا هوندا..."

هوءَ گهٽين ۾ پنجي وئي، ڪيس ڪو جواب نہ سجهيو.

"وات از ورئينگ يو؟"

هوءَ وري بہ ماٺ رهي.

"شبنم، مان توکي سچيءَ دل سان ٻاڌ آڇيان ٿو. جو تون هن ڏوهہ جي، مون وانگر خطاوار ناهين. پر تون تہ ماڪ جيان صاف ۽ شفاف هئينءَ. توکي هرو ڀرو مان ڌرتيءَ جي ڌوڙ، ميرو ٿو ڪريان... تنهنجي سڪ وسرڻ جهڙي ناهي، پر مان وعدو ٿو ڪريان ته ڪي توکان هزارن ڪوهن جي فاصلي تي گهلي وڃڻ لاءِ تيار آهيان، جتي پنهنجي پياري وجود تي منهنجو پاڇو بہ محسوس نہ ڪرين."

شبنم جو منهن ائين ڪومائجي ويو جيئن ڏانگر تي سرءَ جو سايو ڏهليو هجي.

"شبنم، ان راهہ ۾ جڏهن گهڻو پنڌ ڪڏ هلياسون تہ پوءِ شايد موت کان سواءِ ٻي ڪا شيءِ جدا نہ ڪري سگهندي.... منهنجون اکيون اهو سور سهي سهي نيٺ بہ ماٺ ڪري وينديون پر جي تون مون کي ٻاڌ کان پري ڪرڻ لاءِ تيار ناهين تہ پوءِ مان اها ساڳي وات وري ڪڏهن بہ نہ ڏيندس. ۽ توسان شادي ڪري رهندس...."

"ائين ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟"

"ڊيئر از نو هري، ٽيڪ يوئر ٽائيم... تون پلي آرام سان سوچ."

”مان ان لاءِ سوچي به نٿي سگهان.“
”پي شادي ڪرڻ گناهه ته ناهي.“
”جيڪڏهن مان زلفي سان پيار جي شادي نه ڪريان ها ته پي شادي منهنجي لاءِ گناهه نه هجي ها.... پي شادي ڪرڻ سان اوهان جو ساٿ منهنجي گهايل دل کي قرار ته ڏيئي سگهي ٿو پر منهنجي ضمير جا زخم ڪڏهن به نه ڀري سگهندو.... اهي ناسور بنجي منهنجي اندر ۾ چڪندا رهندا.“
”اهو تنهنجو اجايو وهم آهي.“
”اها حقيقت آهي.“
”پوءِ تون مون کي هميشه لاءِ وڃڻ چو نٿي ڏين؟“
”.......“ پنبڻيون پٽ تي جهڪي پيس.
”تون مون سان پيار ٿي ڪرين؟“
”نه....“
”اهو پيار ناهي ته ڇا آهي.“ شيراز جون اکيون سج وانگر چمڪڻ لڳيون.
”ان کي دوستيءَ جو نالو به ڏيئي سگهجي ٿو.“
”دوستي به ته پيار جي بنيادن تي قائم هوندي آهي ۽ پيار دوستيءَ جي بنيادن تي قائم رهندو آهي. خبر اٿئي ميڊم.“
هن ڪوبه جوب نه ڏنو. چڙو ڏانهنس تڪيندي رهي. شيراز ڇيندڙ نظرن سان ڇپن تي مرڪ آڻيندي چيس: ”تون وعدن جي پابند آهين. قول جي سچي رهي آهين، ان ڪري زلفي سان ڪيل محبت جا وعدا ٽوڙيندي پاڻ کي گلتي ٿي سمجهين. نه ته تون دل سان منهنجي ٿيڻ ٿي چاهين....... تو کي مون سان محبت آهي.“
”نه نه، ائين ناهي.“ هوءَ گهٻرائجي وئي.
”ائين ئي آهي، ماءِ سُويٽ ماءِ پريشيس لو.... يو آر مائين.“
”مان توکي صرف روحاني پيار ڏيئي سگهنديس، تنهنجي

دوست ٿي رهنديس.... تمام سٺي دوست."

هوءَ کيس 'تون' چئي مخاطب ڪرڻ لڳي.

شيراز جو چهرو مرڪ سان روشن ٿي ويو: "آءَ ايڪري وٺ يو.... دوستي جي بنيادن تي ئي سهي، مون سان پيار ته ڪرين ٿي." معنيٰ خيز نظرن سان ڏسندي چيائين، "اسان جي وچ ۾ شرافت جي هڪ تلوار رهندي."

"سچ!؟" سر تان ڄڻ ڪو شرمناڪ بوجهو لهي پيس.

"ها." هن مرڪندڙ اکين سان ورائيو.

"پڪو وعدو."

"ها، پر اهڙو نه جهڙو تو زلفي سان ڪيو هو."

هوءَ خوشيءَ ۾ لفظن جي گهرائيءَ تائين نه پهچي سگهي. هن لاءِ ته اها خاطري ئي ڪافي هئي ته هوءَ سندس دوست رهندي.

"آخر دوست ٿيڻ ۾ حرج ئي ڪهڙو آهي؟" هن سوچيو.

پر جڏهن شيراز پنهنجي گهر هليو ويو ته ساڻس ٿيل سموريون ڳالهيون ور ور ڪري کيس سڄي رات ڏونڌاڙڻ لڳيون. پنهنجي خوشي ڄڻ عارضي محسوس ٿي هئس.

اڄ صبح سان مائٽس حيدرآباد ويل هئي. سيءَ گهڻو هئڻ جو بهانو ڪري هوءَ ساڻس گڏجي نه وئي. جيتوڻيڪ ٻار ٻه گڏ هئس ته به اڪيلائيءَ جو احساس ٿي رهيو هئس. شيراز به ڪونه آيو هو ۽ هوءَ شام کان ڊرائينگ روم ۾ سندس انتظار ڪري رهي هئي. ذهن منجهيل خيالن جو مجموعو بڻيل هئس. شيراز سان شادي ڪرڻ لاءِ ڪير به ته هن کي نٿي روڪي سگهيو، پر زلفي سان محبت ۾ توڙ نڀائڻ جا وعدا ڇا سڀ فريب هو.... دوکو هو.... مان اهڙي دوکيباز به ٿي سگهان ٿي ... هوءَ پنهنجو پاڻ کان پڇندي رهي.

ڪڏهن زلفيءَ سان ڪيل وعدا ٻاراڻا ٻول ٿي لڳس، جذباتي فيصلا ٿي سمجهيائين. ڪنهن مهل عمر جي پختگيءَ

شيراز سان سچي پيار جو سرٽيفڪيٽ ٿي ڏنس.... هن ڪان سواءِ زندگيءَ جو تصور به نٿي ڪري سگھي.... پئي ئي لمحي زلفي هڪ معصوم ۽ پرخلوص فرشتي جو روپ ڌاري سندس سامهون بيهي رهندو هو ۽ هوءَ پاڻ کي دغاباز بيوفا سمجهي هن جي قدمن ۾ جهڪندو محسوس ڪندي هئي.

پوءِ شيراز لاءِ هن جي دل ۾ ايتري محبت ڪٿان آئي.... اها ته هڪ سان ئي ٿيندي آهي.... اهو سڀ وقتي لڳاءُ آهي ٻيو ڪجهه به نه.... مان هن سان محبت نٿي ڪريان.... نٿي ڪري سگهان.... ها صرف.... دوستي.... دوستي.... محبت.... محبت!

دل ۽ دماغ جي انهيءَ جنگ هن کي جهڙو ساڻو ڪري ڇڏيو.... هوءَ آهستگيءَ سان ديوان تان اٿي ۽ اسٽيريوٽيپ آن ڪري قالين تي ئي ڪشن رکي اونڌي ٿي ليٽي پئي.... هلڪي موسيقي جي سُرن هن جي منجهيل ذهن کي ڄڻ شاور جهڙو سرور ڏنو. در کي اندران لاڪ ڪرڻ جي آواز تي هن پاسو ورائي ڏٺو. شيراز باز وانگر هن ڏانهن وڌيو ۽ کيس ٻاڪر ۾ ڀري بي اختيار پيار ڪرڻ لڳو.

”آءِ لو يو، ماءِ بيوٽيفُل اِنوسينٽ ڊارلنگ.“

”بس ڪر شيراز....“ گرم ٻانهن ۾ موم وانگر وگهرڻ جو ڊپ ٿيس.

”مون کي پورو پيار ڏي شبنم.... مان ائين ٿو محسوس ڪريان ڄڻ تو پنهنجي حسن جي زڪوات، جا صرف چاليهين پتي هوندي آهي، مون کي ڏني آهي.“ شيراز سندس چپن مان امرت ڦُڙا اوتڻ کان پوءِ پنهنجا چپ سندس اکين تي رکيا ۽ تر جيان پنهنجي جسم سان چهٽائيندي چيائينس: ”ڊارلنگ، اهي ٿينديون آهن محبتون.... ائين ٿيندا آهن پيار.... ڏس، ڪيئن پيا لڳون.... ڄڻ پورا ٻارهن ڦيا هجن.... ٻنهي ڪانٽن جو ميلاپ.“

”اهو ميلاپ وقتي هوندو آهي شيراز.“ هن ٻاڻ ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي.

”ڊارلنگ ڪڏهن به نه.... ڪڏهن به نه.“ مٺين جو مينهن ڳلن، ڇپن ۽ اکين تي وسائيندي چيائينس، ”مون تي اعتبار ڪر ڊارلنگ، آزمائڻو هجئي ته آزمائي ڏس.... پر پوءِ سڄي زندگي پڇتائيندينءَ.“

”ڇو؟“ هن جهيڻي آواز سان پڇيو.

”مان سر گهوري يقين جو ڏياريندس.“

”شيراز، ڇا سچ تون مون کي ايڏو پيار ٿو ڪرين؟“

”ها، ڏرت نتنگ بتث ’ڏرت.“

شبنم جيئن پوءِ تيئن ويجهو ايندي ڏسي ننڍا ڪڙو احتجاج ڪيو: ”ائين نه شيراز ائين نه....“

”جان، مون کي نه روڪ، مان مرانءِ ٿو.“ شيراز مندس چهرو پنهنجن هٿن ۾ جهليو ۽ پيرن کان چوٽيءَ تائين التجا بڻجي ويو.

روهه پاري ۾ هن جو جسم ڪوري جيان ٻرڻ لڳو ۽ سڄي جان ٻکڙجڻ لڳي.

”مان اهو ڪڏهن به نه چاهيندس.... پاڻ صرف دوست آهيون.... سنا دوست....“

شبنم پنهي پانهن سان ڪيس ٿيلهو ڏنو. شيراز جو ان هماليه جبل جي چوٽيءَ کي سرڪرڻ کان به وکون پري هيو تنهن ٻاڻ کي ان اوچائي تان ليٽڙجي ڪرندي وڏي پيڙا مان چيو: ”ڏاڍي ظالم آهين.... ڏاڍي ظالم آهين....“

پل لاءِ شبنم جي هيانءُ کي جهٽو آيو ۽ دل جي ديول ۾ مريم جو مقدس بُت پُري پور ٿيڻ تي هو پر هن پاصراط تي پنهنجا ڪنبندڙ پير سنڀالي ورتا ۽ ڊرائينگ روم مان ڊوڙ پائي وڃي پنهنجي سٽل پارن کي چمڻ لڳي.

# سوڀي

سوڀيءَ جي مڙس جي بيماري اينگهجي ڇهه پئي ڄڻ گهر ۾ چوويهه ڪلاڪ ميڙو متو پيو هو. انهيءَ ميڙي مچائڻ ۾ سوڀي ۽ سندس ٻئين جي فطري خوشمزاجيءَ سان گڏ رلڻي ملڻي سڀاءُ جو پڻ وڏو دخل هو.

پنهنجون پرايون، اوڙي پاڙي جون ٻارن ٻچين سوڌو طبيعت پڇڻ جي بهاني روز ايندڙيون هونديون هئس.

پهريائين ته دستور موجب ڏکنديون ڪمبنديون ڇپا منهن ڪري گهر ۾ گهڙنديون هيون ته متان مڙهو راتو رات آسهيو نه هجي. هنن جو انديشو به پنهنجي جاءِ تي صحيح هو. ڇو ته لڳاتار نازڪ دور مان گذرڻ واري شيءِ ڪي ڪنهن مهل به خطرو ٿي پئي سگهي. پوءِ جيئن گوگڙوءَ ٽان مٿي لاهي آهي تيئن بنا ڪنهن دير جي مغز جي ڪيسٽ ۾ ٽيپ ٿيل سوال ڪي ورجائيندي پڇنديون هيون، ”ڪيئن آهي ادو؟“ يا ”ڪيئن آهي چاچو؟“

”ساڳيو ئي حال آهيس!“ سوڀي به بنا ويسارڻ جي ساڳئي جواب ڏيڻ تي هري پئي هئي. رڳو اهو ٻڌڻ جي دير هوندي هئن، پوءِ ته اوڪا ٻوڪا لاهي ڪٽن تي چڙهي ويهنديون هيون ڪچهريون ڪرڻ ۽ ڪلڪا لائڻ. سندن ٻارن جي پلٽڻ سٽ پائي ڌم ڌم ڪندي ڪُڏ تي حملو ڪري ڏيندي هئي.

سوڀيءَ جي مڙس جي ڪوٺيءَ واري ڇت تي سوڀيءَ جي سهري جو پراڻو ڪموڊ، وڏي ڏيءَ جو ڇاليهه سال

اڳوڻو ٽٽل ننڍڙو پينگهو، سوپيءَ جي مڙس جي هٿنڊل نڪتل سائيڪل، گهڙامچون، رسا، ايسون پاوا، تباخ، ڪونئرا، چلمچون، دٻا ۽ ٻيو گهڻئي ڪن ڪچرو سندن ڌيان ۽ دلچسپيءَ جو خاص مرڪز هو. بس پوءِ تہ ڪڏ تي ڌم ڌمان سٽڪا ۽ ڦهڪا لڳا پيا هوندا هئا، هوڏانهن هو اڳهو اهپاپي، سورن جو ستايل، ڏکن جو ڏڌايل اڪيلائيءَ جي عذاب جو پهاڙ جيڏو ڏينهن ڇت جا ٽيئر گارڊر ڳڻيندي گذاريندو هو ۽ پنهنجي نصيب جو لکيو چارن سان ڀرپور پلستر لٿل ڇُر جهڙي ڪوٺڙيءَ ۾ پيو لوڙيندو هو. ڪيس ائين محسوس ٿيندو هو ڄڻ سندس جسم جي پلستر ڪي بہ ڪلر کائي رهيو هجي. ڪوٺي هن لاءِ جيئري قبر هئي، ۽ هو آن ۾ جيئرو لاش، انهيءَ قبر ۾ عطر ۽ ڪافور بجاءِ ڦڪين ۽ ڪاڙهن سان واسيل اجرڪ جو ڪفن اوڍي پيو ڪڙهندو هو.... سڙندو هو.... ڳرندو هو.... پر مرندو نہ هو. ٻاهران ايندڙ زالن جي ٽهہ ٽهہ ۽ ڪڪڙن جي ڪُڙ ڪُڙ هن لاءِ روز جو ويل هو. ڪڪڙيون بہ هيٺئن تي مگ ڏرڻ ڪاڻ صبح سانجهي اوچا ڳاٽ ڪئي ڪڙ ڪڙ ڪري ڪوٺيءَ ۾ هڪ ٻئي پٺيان ڪاهي پونديون هئس. ڪا ڪٽ جي هينان، ڪا مٿان ڪا ٽپائيءَ تي پيون ’ٺڪن تي ٺڪا‘ هڻنديون هيون. وس نٿي هلين نہ تہ ڪر آرو بہ سندس هنج ۾ ويهي ڪن ها.

سوپي جڏهن ڪان ڪڪڙيون پاليون تڏهن ڪان محشر ٿي رلي پيس، سڄو ڏينهن آنهن ڪلي نڙ هٽ ۾ ڪنيو ڪڙ ڪڙ ڪري پئي هڪليندي هئن.

”ڪُڙ ڪُڙ، ڳاٽو پڇيو.“

”ڪڙ ڪڙ، ٽنگ پڇيو.“ پاراتو ضرور ڏيندي، پوءِ ڇو نہ هلي هلي سندس ٽي ٽنگون ٽڪر تي پيون هجن.

جوٽس جي واتان هر وقت ڪُڙ ڪُڙ ٻڌي نہ رڳو

هوءَ ڪيس وڏن ڪنين واري فارمي ڪڪڙ لڳندي هئي، پر پنهنجو مغز به ڄڻ پولٽري فارم محسوس ٿيندو هئس. ليئي ليئي غير ارادي طور ڪڙ ڪڙ پيو ڪندو هو ته من ڪجهه آرام ملنيس. پر آرام ڪٿي. ڏينهن جو ڪڪڙين ننڊ حرام ڪري ڏني هئس ته وري رات جو سڄي پاڙي جا ڪتا سندس ڪوٺيءَ جي دريءَ ٻاهران وڏا ٻار، ڪڍي ويتر سندس هيانءُ ڦاڙيندا هئا.

"لا.... خ .... جي لعنت هجيو نياڳا- چنڊا."

هو انهن ڪي پڇائڻ لاءِ ملئول هٿ سان پٿر ۽ ٻيل ٽپائي تي ڏڪ هٺي هڪل ڪندو هو جنهن تي ڪٺ هيٺان ستل ٻلي سجاڳ ٿي بيزاريءَ سان مياٺون ڪندي هئس ڄڻ دهمان مان چوندي هجيس: "ماٺ ڪري پنجي رهه اڳها ڏسين نٿو رات جا ٻه وڳا آهن، طبلو ڪوه پيو وڄائين."

هو تيئن ٽپائيءَ تي ڏڪ هڻندو، هو پر ڪتن ڪٿي ٿي ٻڌو. ويتر اوناڙيون ڪري وڏا پار ڪڍي رهيل سهيل رت جا ٻه ٽي ڦڙا به سڪائي ڇڏيندا هئس.

هينئر ته خير ويچارو نه ڏهڻ جو هو نه ڪهڻ جو، پر جڏهن اهان ڪڙو تڙو هو، رت پٽ ۽ ست ساهه هيس، تڏهن به سوڀي ڪيس لفٽ ئي ڪونه ڏيندي هئي، اهي چار ڏيڍ به الائي ڪيئن زورئي ظلم سان جڻي ڏنائينس- جن مان هڪڙي ته ٻن نياڻين جي ٻيواهه ماءُ ممتاز هئي، ٻي طلاق يافته دمساز، ٽين مومل، پنهنجي رائي يعني مڙس کان رٺل، ۽ چوٿين ڪنواري ڪنيا سومل.

ڪين به مڙس جي نه ڪا پرواهه هئي ۽ نه ضرورت. پنهنجي ليکي پاڻ مڙس ماٺهو هيون، ڏاڏي هوشياريءَ ۽ سگهڙاڻپ سان گهر جو گاڏو پئي گهليائون.

ٻيءُ جي پينشن توڙي ماستريءَ واري زماني ۾ خريد

ڪيل زمين جي ٽڪر ڪين چڱو سهارو ڏنو.

سوڀي، مڙسس جي ڪمري ۾ جڏهن ٻيٺو ٻين وغيره ڪٽڻ يا رکڻ ڪاڻ ايندي ويندي هئي تہ هو حسرت مان نهاريندو هئس. هو پنهنجي رڪ جي ڍير مثل زندگيءَ ۾ چڻ ڪنهن چٽنگ جو ڳولائو هو. تنهن ڏينهن همت ڪري اجرڪ جي ڪنن مان پنهنجو هڏائون هٿ ٻاهر ڪڍي هن ڪي ٻانهن مان جهلي مثل ڪراڙي رومينٽڪ آواز ۾ چيائين:

”سمل ماءُ، ٻہ گهڙيون ويهہ تہ سهي هنيو ٺو مُنجهي.“

”ايڏهين!“هن سندس هٿ ڪي ٻچان سان آچل ڏيندي چيو.

”سونکي اهي لاڏڪونہ ٺا وٽن.“

هن جو هٿ هوا ۾ سڪل ڏاريءَ وانگر جهولي هيٺڀي پن جيان ڪٽ تي چٽي پيو. اها هئي ٻہ حقيقت. هن ڪي اهي لاڏ شروع ڪان ئي نہ وٽيا هئا تہ هينئر ڪٿان وٽنس هـا. ان جي برعڪس سندس ساهيڙيون خوش قسمت هيون جن ڪي ٻنا ٻنا پاڪر پائي هنئين سان لائيندي هوءَ ٺڪبي ڪونہ هئي.

هڪ طرف ڪڇيءَ ڪان ٻيءُ جي بي حد لاڏ پيار ۽ حاوي رهڻ واري انداز جتي ڪيس لاشعوري طرح مرد بنائي ڇڏيو، اتي ماءُ جي اجائي چيمپ مردن لاءِ هن جي دل ۾ نفرت پيدا ڪري سندس نسوانيت جي جذبن ڪي چڻ چيپاڻي رکيو. ٺورڙي وڏي ٿيا ٿي جڻ پابندين جو ڳرت اچي ڳچيءَ ۾ پيس. ٻاهر نڪرڻ تي بندش. سوٽ ماساتن سان گهرو تي ڳالهائڻ ۾ اعتراض، ڪلڻ تي ڪنٽرول، در دريءَ تي ٻيهڻ وٽ دڙڪا. هوءَ جا هر دم ٻيءُ سان گڏ ٻاهر رهندي هئي تنهن ڪي گهر جي چار ديواريءَ واري گهٽيل ماحول منجهائي ڇڏيو.

ڪيس رڳو گڏين سان راند ڪيڏڻ جي فراخدليءَ سان اجازت مليل هئي. وٽس ڪوڙ گڏيون هيون تن ۾ هڪ لُڙهيل ۽ سيرو مرض جهڙو گڏو، جيڪو راند مهل سيني گڏين جو

واري ڦيري سان پيو گهوٽ ڏيندو هو. اهو گڏو ڪيس اصل نه وڻندو هو ته به ان سان راند ڪيڏڻ لاءِ چڻ لاچار هئي، ڇو ته ان ڪان سواءِ گڏين جي شادي به ته ٿئي ٿي سگهي نه. ڪيترا ڀيرا ماءُ کي نوان سهڻا گڏا ٺهرائي ڏيڻ جي فرمائش به ڪئي هئائين، پر خبر ناهي ڪهڙي نفسياتي نڪتي ڪان جواب ملندو هئس:

”ڪائي ضرورت ناهي گڏن جي- گڏيون ڪوڙ اٿئي انهن سان ويهي راند ڪر.“ پوءِ اوچتو هن جي ذهن ۾ اسڪيم آئي، هن گڏي کي ڪٽي پري اڇليو ۽ گڏين جي گڏين سان شادي ڪرائڻ لڳي. اهي گڏيون سندس ڪچي ذهن ۾ ايڏيون ته رچي ويون جو ننڍپڻ جي راند وڏي هوندي پريڪٽيڪل لائف اختيار ڪئي. ڪيس پنهنجو مڙس چڻ ننڍپڻ وارو اڳڙيءَ جو گڏو نظر ايندو هو جيڪو بنهه نه وڻندو هئس.

جڏهن هن جي پل پلان هئي تڏهن ساهيڙين سرتين سان خوب عيش ڪيائين، هپنوٽائيز ڪندڙ رنگ ڳاڙهو پنگ وارو ڪجل پائي پنهنجي گلابي ۽ نشيلي نيڻن جي ڏورن ۾ انهن کي جڪڙي ڇڏيندي هئي. انهن قاتل ادائن ڪري هوءَ سٽ ۾ ڏاڍي مقبول هئي.

هينئر ته ڪابه اهڙي خاص ساهيڙي نه هيس، اها گهر ۾ ڏوري گهٽي رونق به ڏيڍرن جي ساهيڙين سرتين ڪري هئي. مڙس جي چاڪري ۽ اون ڪجهه مڙئي ڍرڪائي ڇڏيس نه ته سٽ ڀاهٺ ورهين جي عمر ۾ به اڃان ڪڙي تڙي هئي. هونءَ به هڏ چم ماڻهو اصل جهڙو پاڻو. بنهه جهڙو مصر جي اهرامن ۾ رکيل مصالو لڳل ممي. ورهين گذري وڃڻ کان پوءِ به ساڳي جا ساڳي. هوءَ به چڻ ڪا مصر جي ممي هئي.

رئيس چاڪر خان جي چوٿين زال بلقيس بانو جڏهن ٻڌو ته سوڀيءَ جو مڙس انتهائي نازڪ دور مان گذري رهيو آهي، ۽ سخت خطري ۾ آهي ته ڪيس به سنڌي طبيعت پڇڻ

جي فڪر اچي ورايو ڏٺائين ته پوڙهو جي مري پيو ته سڄي
عمر لاءِ مياري ٿي پوندس، آخر به ته ساڻن وڏڙين جي وقت
جا جهونا رستا هئا. ڳل لڳڻيءَ کان وڇجي پر منهن لڳڻيءَ
کان نه وڇجي، سو بلقيس به انهيءَ چوڻيءَ تي عمل ڪندي
اڄ ورهين کان پوءِ پنهنجي سرتي شمان کي ساڻ ڪري
وڏي ڪڙيءَ وارو سٿڻ پائي، مٿان ايراني چادر اوڍي پرس
هٿ ۾ ڪٺي ننڍڙيءَ ڏيءَ مهر سوڊو سڻيءَ جي گهر جو
رخ ڪيو.

”اٿي شمان ڪٿي ڪٿي رلايو اٿئي،“ بلقيس سوڙهيون
گهٽيون، ڪڏون ڪوبا لتاڙي بيزار ٿيندي چيو.

”تو ته چيو ٿي ته رڪشا ڪنداسين، انهيءَ کان ته
چڱو هو جو رئيس موٽر ڪٺي اچي ها ته ان ۾ چڙهي هلون
ها، اجايو ڪٺي سرڪس ڪرائي اٿئي.“

”تڪڙ به ته توکي هئي، ادو رئيس الائي ڪڏهن
ڪيلبن مان واندو ٿئي ها، مون پانيو هلي خفو لاهي اچون.
رخشا ملي ويندي- پر اڄ الائي رلي ڇو نه ملي.“

”مونکي ته سندن گهر به ياد نٿو پوي.“ بلقيس ٿابڙندي
سٿڻ هينان آيل سلوار جو ويڪرو پائنچو چڙهايو.

”مونکي چٽو ياد آهي، ورهيه ٿيا جو هڪ پيرو ماسي
بختاور سان گڏ سندس پٽن جي طهرن جو سڏ ڏيڻ وئي هيس.“

”ڏسجان مٿان منهنجا هڏ رلائين، الائي ڪهڙن پاسن
کان پٺي هلين توبهن.... الا.“

بلقيس ڇيڻي کان سٿڻ بچايو.

”گهر ته ڪٿي وڃي ٺهرايا اٿن.“

”اٿي امان تون ته سنيالي هل،“ شمان سامهون ايندڙ
گڏهه گاڏيءَ کي ڏسي ننڍڙي مهر کي ڪانيڻيءَ کان جهلي
پاسي ڪيو.

”اچان ڪيترو پري آهيون؟“ بلقيس مرڻينگ حالت

۽ پڇيو، ”کهڙي ڪاريءَ ڪاڏم جو هيئر هلي هيس مڙهي
کي پڇڻ.“
”بس اچي پهتا آهيون، اها ڏس نہ سامهون ماڙي اٿن.“
اهو ٻڌي بلقيس کي چڻ ساهہ ۾ نجي ويو.
سرنگ جهڙي ڊگهي سوڙهي ۽ اونڌائي ڏاڪڻ تي
پٺي چڙهيون نينگريءَ سوڌو ماڪوڙيءَ وانگر رڙهنديون رڙهنديون
چڙهڻ لڳيون.
”يا دستگير!“ بلقيس ڪڙيءَ کي ٻچايو.
”ائي بلقيس تون هيئر اهو سنڌل نہ پائين ها تہ چا
ٿي پوي ها؟“
”هائي جيڪا خطا ٿيٺي هيم سا تہ ٿي.... رڳو ٻہ
گهڙيون سامت جو ساهہ پٽڻ ڏينم.“
آخري ڏاڪو اورانگهي آپ ساهيءَ مان مٿي جو چڙهن
تہ منهن وٽ ئي کٽ تي ويٺل سوڀيءَ کي ڏٺائون جا ڊگهي
تسبيح هٿ ۾ کنيو ويٺو هئي.
”ائي آءٌ صدقو ٿي وڃان منهنجي بلقيس آئي آهي!“
سوڀي هڪ نپي سان اٿي کڙي ٿي. کٽ هيٺان ويٺل ڪڪڙ
ٽاهہ مان پڙڪو کائي هڪدم اگهي جي ڪوٺيءَ ۾ گهڙي وئي.
”امان ڪير آهي، امان ڪير آهي؟“ چار پنج رڙيون
ڪورس جي انداز ۾ اندران ڪوٺيءَ مان ٻاهر اگڻ ۾ پهتيون.
”ائي ٻاهر تہ اچي ڏسو پنهنجي بلقيس آهي. منهنجي
پاڻيءَ. ٿيج شريڪ پاڻم گلڻ جي ڏيءَ.“
سوڀي چڻ لغامون پنهنجي هٿ ۾ جهليندي چيو:
”ائي صدقو وڃان، ساڳيون لوڏون پڦيس حنيفت جهڙيون
پٺي ڏئي.... بدن بہ اهڙو.... ڳالهائڻ بہ ساڳيو.“
نينگريءَ سان ڳالهائيندو ڏسي چيائينس:
”ساڳيا پنهنجي پڦيءَ جهڙا نمونا پٺي ڏين.“
بلقيس ويچاري جوان زال سا ڦڪي ٿيندي پٺي

وڃي تہ ڪا شايد آءٌ اهڙي پڦيءَ جهڙي مڙهہ ٿي وئي آهيان.

”سبحان الله، سبحان الله!“ ائين چوندي بلقيس کي ٻاکر پائي وڏي نڪاءُ واري منيءَ ڏنائين. ننڍڙي مهر کي بہ ڳراٽڙي پائي مٿي ڏبڻ لاءِ اڳتي وڌي.

”اون .... اون ....“ هن ٻچان مان منهن تي همٿ رکي ڇڏيو. وري شمان ڏانهن ڪيڪر لاءِ وڌي.

”ائي شمل، تون گهٽ ڏينهن کان پوءِ ڏٺي آهين.... الائي ڪنهن جو ساءُ ٿـو اچيم توکي ڏسيو.“ ائين چوندي جيئن ئـي ٻاکر پائي مٿي ڏنائينس تہ وات ۾ جيڪو هڪ ڏکهو ڏند وڃي ٻچيو هئس سو شمان جـي ميٽ ۾ گهڙي ويو. شمان رت ۾ ڳاڙهي ٿي وئي ، بلقيس گهٻرائجي يڪدم پنهنجي چادر رت اگهڻ لاءِ ڏنس.

”ائي ڇا ٿيو؟“ سوڀيءَ حيرت مان تارا ڦرڙايا، ”مون تہ آهستي پيار ڪيو.“

”ڪجهہ نہ پڦي.“ شمان چادر جـي ڪنڊ سان ڳل اگهندي ڦڪائيءَ مان وراڻيو، ”موهيڙو هيم سو ڦاٽي پيو.“

”ائي قربان ٿيان تنهنجي موهيڙي تان.“ سوڀي شودين اکين سان ڏسندي چيس. شمان لڄ کان اکيون هيٺ ڪري ڇڏيون. اندري ۾ سوڀيءَ جي ڏيئن جو ڏڻ بہ اچي سهڙيو.

”بوا ٻڌم تہ ڇاڇو ڇاڪ ڪونهي، هاڻي ڪيئن آهي؟“ بلقيس کٽ تي ويهندي اکڙيل ساهہ کي جانٺو ڪري پڇيو.

”بس ڙي امان، سا ڳيو حال آٽس.... بخارن جا مچ .... ڇـڻ ٻٽ پيا پرن .... پاڻيءَ جو ڇڪو پئي تہ پيٽ مان گهميو نڪريو وڃي، پيٽ وڃـي پٺيءَ سان لڳو آهيس، گهٽيون ئي ستيون ڦڪيون ڪيوسين، پر امان، الله بہ آهي شاهوڪارن جو غريبن جو ڪير ڪونهي.“

”بوا پوءِ دوا دارون تہ ٿيندو هوندو ڇاڇي جو؟“

”بس امان وت آهي، الله کان سواءِ پيو ڏيـڻ دارو

آهي ٿي ڪونه."

"هي چاچي جي ميوي لاءِ آندا اٿم." بلقيس پرس مان پنجاه جو نوٽ ڪڍي، لڪائي مٺ ۾ ڏنس.

"ائي الله ٻچڙن مان گنج ڪندئي، سکي سها ڳڻ هوندين ءَ."

"الله وڏي حياتي ڏيندو چاچي ڪي،" ايئن چئي هن جڻ چاچي وارو چيپٽر بند ڪرڻ چاهيو.

"ائي امان اهڙي دعا نه ڪر!" سوڀي آمالڪ هيانءُ ڦاٽي دانهن ڪندي چيو.

"وجي سکيو ٿئي.... محتاجيءَ کان بچي، عذابن ۾ پيو آهي جيئڻ جنجال اٿس.... ڪهڙي ڪم جي اهڙي وڏي حياتي."

بلقيس حيران ٿي شمان ڏانهن نهاريو ۽ ٿوري 'ترميم' سان ٻيهر دعا ڪيائينس.

"الله پنهنجي هلندي هلائيس."

"ها .... آ .... آ ...." سوڀي ٿڌو ساهه کنيو، جنهن ۾ سوين سور هئا. اهو سور ڇا گهٽ هو تـه سندس مڙس اڃا جيئرو هو.

ڪڏهن ڪڏهن ائين محسوس ٿيندو هئس جڻ مڙهو انتقاماً جي رهيو هجي. مٿانئس پنهنجي ڏهل ڏکور جو بار وجهي دل ٿي دل ۾ ڪڳيون هڻي کيس چيڙائي رهيو هجي. نه ڪيڏانهن گهمڻ گهتڻ جهڙي نه ڪيڏي اچڻ وڃڻ جهڙي. ٻاهر نڪري به نه ڪيئن.... گهر ۾ ئي ويل جي منهن ۾ هئي.

فجر جي ٻانگ کان بـه اڳ اڃان اکڙڻ ۾ مٺي ننڊ ستي پئي هوندي تہ ورانڊي لڳ ڪوٺيءَ مان مڙس جا سڏ پيا پوندا هيس.

"او سمل ماءُ، سمل جي ماءَ، پاڻڙي ڪٿي آ.... جلدي.... سمل ماءُ.. . پاڻڙي."

"اونهه.... اچان ٿي...." هو ننڍا ڪڙين اکين سان ننڊ...

ورائي چوندي هئي، پر سڏن ۾ تيئن چتو واڏارو ٿيندو ھو
آخر ہرندي سڙندي آٿي بيلهہ پين ڪٽي ڪونيءَ ۾ ويندي
هئي.... تڏهن وچي مڙهو ماٺ ٿيندو ھو.

”بوا خوش تہ آهين؟“

”اُئي ڪھڙيون خوشيون آهن امان بلقيس، بس ڪري
ويهہ .... چاچهين جي بيماريءَ ڪان پوءِ آءٌ بہ سکهي ساهہ
ڪاڻ پئي سڪان.... روح ڪي راحت ڪانهي .... جيسين
مغلر اوڍي ڊبل لوئي مٿي تي نٿي رکان تيسين مغز چڻ لڏي
پيو، شڪر جو اج توکي ڏٺم تہ سهي چڻ سڀ سور لهي ويم.“

”بوا مونکي بہ تنهنجي ڏاڍي سار هئي.“

”اُئي الله ڪري خوش هجين.“ سوڀيءَ ناز مان ڪارا
تارا مٿي ڪري اچا ڪڍي چيو.

”ادي ممتاز توکي بہ گهڻي وقت ڪان پوءِ ڏٺو آئم،
خوش تہ آهين نہ؟“

”اُئي ڪھڙيون خوشيون .... ڏسين نٿي ڳِري پا ڳا
ٿي وئي آهيان، اهو نزلو چڏيم نٿو، هڪ ناس مان پاڻي هليو
هلي.... نظر بہ پوري ڪونہ ٿي پئيم.“

”اُئي وري بلقيس پڌ تہ.... خدا جون قدرتون، دمساز
کي بہ مون جهڙي مغز واري تڪليف ٿي پئي آهي.“

سوڀي، ڏيءَ جي ڳالهہ ڪاٽيندي عجب مان اکيون
ڦاڙي چيو، ”مغز ۾ چڻ چڪ ۽ ڏم ڏمان پئي ٿيندس.“

”هان!.... چہ .... چہ.... ڀلا سومل جي اچان ڪٿي ڳالهہ
ٻول ڪئي اٿو؟“ سومل کي اتندي ڏسي پڇيائين.

”اُئي امان، دمساز کي ئي مڙس ڇڏي ڏنو. هي ٽيون
سال آهي. هنن ويچارين جا بہ الائي ڪوڙا ڀاڳ! سومل تہ
چاڪ ئي نٿي رهي اهوئي دهڪو.... اوڪارا بيهنس نٿا، چڪر
ٿا اچنس.“

”بوا تنهنجون بہ تہ اکيون سڄون سايون ٿي ويون آهن،

منهن هيڏ جهڙو.“

”بلقيس مونکي اهائي هيانءَ جي تڪليف! هيانءُ اٿم ئي ڪونه.... دل جو تہ دهڪوئي ڪون ٿي پڌان، پيٽ اچيئي ڪون، اٿين ڏينهن سڪي ڦولهڙي! هاڻي تہ ڪنن ڪان بہ پورو ڪون پڌان.“

”الله رحم ڪندو بوا،“ بلقيس چيو، ”چاچو جڏهن چڱو ڀلو هوندو هو تہ رڳو نت پائيندي هئين، ڪجل اکين ۾ تہ سڄي سٽ ۾ چڻ ڦٽ ڪيڊيو ويئي هوندي هئن.“

”سبحان الله،“ هن جا ڦٽ اکڙي پيا، ”سرتيون ڏسيو پيون اُرنديون هئم.... اهي بہ ڪي وقت هئا.... ائي دمساز،“ اوچتو ڌيءَ کي هڪل ڪيائين، ”ڪا شربت پاڻي ڪي پڪوڙا مرملا تہ گهرائي.“

”ائي امان ڪنهن ڪان گهرايان،“ دمساز مٺو ڪنهندي وراڻيو، ”ڪو ٻار ئي ڪونهي، اڄ نينگريون سبق وٺڻ بہ ڪونہ آيون، نہ تہ انهن ڪان ئي گهرايان ها.“

”نہ، نہ بوا، تڪليف نہ ڪريو.“ بلقيس چيس. ”آءٌ اهي ٻاهر جون ڪنيون شيون ڪان ڪون، بيمار ٿيو پوان.“

”ائي امان ڪيڪ گهرايان ٿي اهي تہ ڀلا ڪاءُ.“

سو ڀيءَ قرب مان چيو ۽ سومل کي هڪل ڪيائين.

”ائي سومل، بالڪنيءَ سان رڙ ڪري هوٽل واري ڀو پي.... توبهن! مٺو ڪڏس ڇا پئي چوان .... ڇا ڏالو آهي نياڻي جو ڏکيو.... ها.... ڀو پاليءَ کي چئينس تہ ڪيڪ پاڻليون ڏياري موڪلي.“

”ڏهيو سومل.“ دمساز ڀيڻ کي چيو، ”جيجيءَ جنت جو پٽ آيو آهي انهيءَ ڪان ٿي گهرايان.“

”بوا انهن ڪنراڳين کي ڇڏيو منهنجي طبيعت ٺيڪ نٿي رهي.... آءٌ اهي شيون ڪان ئي ڪون.“

”ائي بلقيس ڀلا ٿلهي ’ڪيڪا ڪالا‘ جي پاڻي؟“

سوڍيءَ جڻ ايلاز ڪيو.

”بلقيس ڀلا ڪلها ڪيڪ تہ ڪائيندينءَ نہ؟“ مومل هپنوٽائيز ڪرڻ واري انداز سان ڏسندي چيس.

”ادي اوهين ڪا تڪليف نہ ڪريو، پنهنجو گهر آهي.“

”پنهنجو گهر آهي تہ پوءِ تڪليفون ڇا جون.“ سومل چيو.

ايتري ۾ نينگرو هوٽل جي مکين لڳل چڪي ۾ باٽليون، پان ۽ ڪيڪ وٺي آيو. ڏکيا ڇهنب دار پيلا ڪيڪ ڏسي بلقيس يڪدم ڪٽي نڙيءَ ۾ هٿ وڌا.

”منهنجو گلو خراب آهي بوا.“

”ائي امان ڪائي تہ ڏس.“ سوڍي چيو.

”بوا مونکي معافي ڏيو.“ بلقيس ليلهايو.

”ائي الا پئسا اجايا ويا،“ مومل افسوس ڪيو.

”انهيءَ ڪان تہ پوءِ گهرايون ئي نہ ها.“

”ائي شمل ڀلا تون تہ ڪاءُ بلقيس کي تہ ڪٽي گلي ۾ سور آهي توکي تہ ڪونهي. تون تہ ذرو ڪاءُ تہ منهنجي دل خوش ٿئي.“

”مونکي پاڻ حڪيم جي جهل آهي.“

”ائي الا بلقيس ڪاءُ تہ سهي.“ سيڪسي سومل چيو.

”ائي الا ڪون ڪاڏس.“ ممتاز ڪٽ تي ويهندي عجب مان اکيون ڦاڙي پڇيو.

”ڇو ڀلا“؟

”الا بلقيس، اسانجو هيترو ذرو بہ نہ ڪاڏئي؟“ دمساز چيس ”اسان غريبن جو ڀلا ڪيئن وڻندئي.“

”ائي ڇو ڇو!“ ممتاز تارا آيتا سيتا ڪندي چيو،

”اميرن غريبن سان هڪ جهڙيون آهن، ادي دمساز، اهڙو خيال ئي نہ ڪجانءِ، بلقيس اهڙي زال ئي ڪونهي.“

”ائي ڀلا منهنجي هٿ سان ڪائو تہ يادگيري ايندو

تہ هنن هٿن سان ڪارايئين.“ ايئن چوندي سو ڀي ڦوڪٽي وانگر سيٽيل نسن وارا گهنجيل هٿ ڪٺي، پان شمان جي وات ڏانهن وڌايو.

”ايڏهين، ايڏهين!“ شمان جو روح ڦري ويو.

”پڦي آءٌ ايهي پان ڪان ٿي ڪون.“

”اڙي الا چار آنا اجايا ويا.“

”اڙي پڦي هاڻي تون ٿي ڪٺي ڪائي چڏ.“ شمان چيس.

”اڙي تنهنجي نالي جو پان آءٌ ڪيئن ڪان! صدقو نہ آءٌ پاڻ کي ڪري ڇڏيان.... تنهنجي نالي، سو وري آءٌ ڪيئان!“ سوڀي يڪ ٽڪ شمان کي ڏسندي چيو.

”ادي ممتاز تنهنجون نينگريون ڪٿي آهن؟“ شمان تيز نظرن کان بچڻ لاءِ اوچتو سوال ڪيو.

”اجهي اندر ويٺيون آهن، انگريزي پيون پڙهن.“ رڙ ڪري سڏايائين.

”اڙي زلف بي بي، شاه بي بي اچي ’اينٽيءَ‘ سان ملو.“

اهو ٻڌي شمان کي چڻ پيٽ ۾ اينٽي پئجي وئي. ڇوڪرين مرڪي شرمائي هٿ ڏنو، ”خوش آهيو آنٽي.“

”ها امان اوهين خوش آهيو، شاباش شاباش! پلي پڙهو پاڳ اوهانجا پورا سورا آهن.“

”ها، سچ ويٺي چوين....“ ممتاز ميڪٽي آواز ۾ چيو.

”ممتاز آءٌ پريان ويهي ٿي پيڙي پيان.“ شمان اٿندي چيو، ”بلقيس کي دونهون وٽي ٿي ڪون، ڪنگهہ ۾ سرڪو ٿيو پويس.“

”شمل ايڏهين چو.... هوڏانهن سامهون ڪوٺيءَ ۾ هلي چيلهہ سنئين ڪر، ڦوڪ ڏري ٻہ پرء بلقيس پلي تہ جيسين نينگرين سان ڪچهري ڪري.“

شمان جا هلي هلي ساڻي ٿي پئي هئي ڪٽ تي فرحت سان ليٽي پيڙي پيئڻ لڳي. ايتري ۾ سوڀي کي ٻہ چلم سوڏو

ڪوٺيءَ ۾ گهڙندو ڏسي هوءَ اٿڻ لڳي ته هن ٻانهن کان جهلي ليٽائيندي چيس:

"ليٽي پئي هج شمل، آءٌ هتان ٿي ويهي چلم جي ڦوڪ پيئان." اڃان ٻه ڦوڪون مس پيتائين ته ٻي ڪوٺيءَ مان آواز ٿيو: "پانڙي! پانڙي! پانڙي!"

"اوجهو! ويلهو نه وقت، ليلان چڙهي تخت." سو ٻيءَ پٽڪيو. "مهل ڪمهل نه ڏس بس، پانڙي .... اونهه!" هوءَ نڙ کي چڙ مان پري اڇلي ٻاهران پيڊ پيئن ڪٽڻ وئي. مڙس جي اها عادت بنهه ڪون وڻندي هيس. گهڻن ڏينهن کان پوءِ اڄ دل ٻشوري ڪرڻ جو موقعو مليس، سو به اکهي نه سگهيس. فلمي ولن وانگر عين موقعي تي وچ ۾ ٽپڪي پيو.

هوڏانهن چارئي ڀيٽون تيسر تلوارون سنڀالي ميدان ۾ ڪاهي پيون. ممتاز وڏي هئڻ جي حيثيت ۾ پنهنجو ڀيريون حق ڄاڻندي بلقيس جي گوڏي تي گوڏو رکي ويئي ۽ پنج رپيا ڏيندي ناز گڏيل عاجزيءَ مان چيائينس:

"هي مون غريب فقيرياڻيءَ جا اٺئي سوپاريون لاءِ" بلقيس مرڪندي سندس دل رکڻ ڪاڻ پئسا پرس ۾ وڌا.

"ڪٿي سچي پچي مونکي فقيرياڻي نه سمجهجانءِ" هوءَ هرو ڀرو ٺهڪ ڏيئي ڪٽ تي قلابازي پائڻ واري انداز سان پيٺي ٿي وئي.

ٻيءَ ٻه رپيا لڪائي ڏيندي چيس، "هي ڦوٽن جا اٺئي.... منهنجي سڪ جو سڏ...."

ٽين به ٻه رپيا منائيءَ جا ڪري ڏنس. چوٿين ڇهنڊڙي هٿندي ڪن ۾ سرباٽ ڪيس، "سوپاريون هلائيندي سانءِ غريب ساهيڙيءَ جون قبول ڪجانءِ."

چارئي گڏجي ڳالهائين، پانياڻون ته ڪا 'سوني مرغي' آهي بلقيس جون اکيون ڦاٽي ويون ته ڪنهن جي ٻڌي ڪنهن جي ٻڌي. هڪ ڇهنڊڙي هٽيس ته ٻي ٻانٺين ڀريون

کي کل کونهي آهه ڇهنڊڙي هٽانس. انهن کنديءَ ڇهنڊڙين سان ماس ئي پٽي ڇڏيائونس.

”چڱو پيٽ، هاڻي اسان کي موڪل ڏيو. گهڻي وينيونسين شمان کي به سڏ ڪيو ته وڃون، سچ اچي لٿو آهي.“

”بلقيس اڃان ته سک ئي ڪونه لٿي.“ ممتاز چيو.

”اسان او اسان، وئين ٿا کيڏانهن.“ سومل رڙ ڪئي،

”بلقيس هينئر ئي ٿي وڃي.“

”رڙيون ڇو پيئي ڪرين.“ دمساز چيس، ”بابو نه جاڳي پوي.“

”ڪون ٿي وڃي، ڪون ٿي وڃي!“ سو بي غسل خاني مان ٻيڊ پين وارا هٿ ڌوئي ٻاهر نڪرندي چيو، ”بلقيس امان اڃان ويهه گهڙي ساعت نينگرين کي سک ته لاهڻ ڏي، ورهين کان پوءِ ٿي منهن ڏيکارين.... آهه صدقو ٿي وڃئين منهنجي راڻي.... بوا جو چوڻ نه موڙاءِ.“ سو بي بلقيس کي ڪجهه دير ويهڻ لاءِ مجبور ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ شمان ڏانهن ڪوٺڻ ۾ وئي.

”ائي شمل تون به بلقيس سان گڏ وينديئن ٿا هلي!“ در ۾ وهندي چيائينس، ”اڃان نه حال ئي دل جا ڪون ونڊياسين.... سياري جي رات.... سوڙ وجهي ڪوسڙيون ٿي حال ونڊيون ها.... محفلون ڪيون ها.“

”پڦي آهه راتين جو محفلون ڪيان ڪون.“ شمان ڪٽ تي پت سان ٽيڪ لڳائيندي چيو.

”ائي اڄ رات ڪٿي ٽڪ، وڏيڪ نٿي ٽڪين ته اها هڪ رات. دستگير جو سنهن اٿئي، ڪٿي رهه.... ڀلا نٿي ٽڪين ته ڏينهن جو ئي ڪڏهن اچ، حال احوال ڪيون....“

”ائي پڦي....“

”ائي ذر ذر پڦي چئي هنيون ڇو پٽي سا ڙيم، مونکي

تہ رڳو ايئن سوچي ڪري سڏين تہ بہ ھنيون ٺري برف جو ڳنڍو ٿي پئيم." سوچي اکين مان شوڊ پاڻيءَ جا شعلا وسائيندي چيس.

"اڙي پڦي ڀيو ڇا چوئين؟ منھنجي پڦي جيڏي تہ آھين."

"اڙي ڀڏ مائي، آءٌ ڪالھوڪي ٻار، مڙس جي سورن اڌوڙي ڪئي آھيان.... نزلي کان مٿو اڇو ٿيم تنھن ڪري سڀ ساھيڙيون چڙي ويم، ڇڱو جو بلقيس سان گڏجي آئينءَ جو ورھين کان پوءِ توکي ڏٺم تہ سھي.... اڄ بہ مونسان ڇڱي طرح سلوڪ سان ھل تہ ڇوڪري ٿي پوان."

"اڙي ڇڏ جند پڦي، ھاڻي تون ڇوڪري ٿئينءَ...."

"اڙي ٺھيو، ٺھيو." سوچيءَ مصري رقاصہ وانگر چيلھہ کي جھجھڪا ڏنا، "خوشيءَ جھڙي خوراڪ ڪانھي ڳڻتيءَ جھڙو مرض ڪونھي."

"پڦي پوءِ کھڙو مرض لڳو اٿئي دشمن کي؟ سون ٻچڙيوال جي سلوڪن مان کھڙو فائدو ملندئي."

"اڙي جيڪو ملندو سو مونکي خبر آھي،" سوچي اکين ۾ رس گلن جي چاش ڀريندي چيو، "توکي بہ ٻڌائيندس."

"پڦي آءٌ تہ تنھنجون ڳالھيون سمجھي نٿي سگھان."

"اڙي پاڻھي سمجھندينءَ رڳو ڪنھن ڏينھن خلاصو اچ، 'سمجھو گي يہ باتين پيار؛ ذرا ھولے' سوچي غلام عباس جو ڳاتو ڳائيندي ترنگ مان ڪنڌ لوڏيو ۽ ڳھٽيل اکين سان شمان کي جھوھہ پائي ڏٺو. ھوءَ حيران ٿي وئي.

"پڦي تسبيح پڙھندي پڙھندي ڇا ٿيئي."

"توکي ٿي ڏسان جو تون وچين پئي." سوچيءَ الوداع، الفراق قسم جو ٿڌو ساھہ کڻي چيو، "وري الائي ڪڏھن دلين جو ميلاپ ٿئي."

شام گھري ٿيندي وئي.... ڪونيءَ ۾ اونداھي پکڙجي وئي.... شمان کي وحشت ٿيڻ لڳي.... سوچيءَ جي اکين جا

ڇپر ڳرا ٿيندا ويا.... بهاري جي موسم هٿان ڪسان پوءِ بہ سڄي پڳهرجي وئي.... هٿ ٽڙا برف جهڙا ٿي ويس.

”ائي پڦي ٻتي پار.... اوندائيءَ ۾ هانو ٿو منجهي....“

”منهنجي دل جي سوجهري ڪان پوءِ بہ؟“سوڀي اڪيين ۾ اکيون وجهندي چيس. شمان نظرون بچائيندي گهبرائجي هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳي.

”ڏڄين ڇو ٿي منهنجي جان.“ هو تيئن گهبرائجي وئي،

”منهنجي ڳالهہ تہ ٻڌ....“

”پڦي ڇڏ انهن ڳالهين کي.... مونکي وچڻ ڏي.... ٻتي تہ پار....“

”ٻتيءَ کي هڻ ڪڏ ۾.... مونکي اهو تہ ٻڌاءِ تہ آخر تون اهڙي رُکي....“

”پڦي وچڻ ڏينم.“ شمان جلدي ڳالهہ ڪاٽي.

”شمان تون صفا ڪا ٻار آهين.... ٻڌ.... توکي خبر ناهي.... تہ ٻنهي من ۾ محبت....“

”پڦي پري ٿي آءُ اتان....“ ايتري ۾ جڻ وڄ وراڪو ڏنو. سوڀيءَ جون لوندڙيون ڏنوڻ لڳيون.... رڳون ڇڪجي ويس، تکو ساهہ کڄڻ لڳس ۽ شمان کي ڪنهن جناتي اثر هيٺ ڏونڌارڻ ۽ ڇيپاڻ لڳي، شمان جو مغز ڄڻ سن ٿي ويو.... سوڀيءَ جي جسم مان ايندڙ پگهر ۽ ڪن ۾ پيل عطر جي ٻڙي جي ڏپ ڪان دل ڪچي ٿيڻ لڳس.

”هان، هان! ڇا ٿي ڪرين پڦي....“ شمان پنهنجون سڀ قوتون گڏي ڇيو ۽ هڪ جهٽڪي سان سوڀيءَ کي ٿيلهي پاڻ ڪان الڳ ڪيو ۽ تڙ تڪڙ ۾ چلم سان ٽڪندي ڪوٺيءَ کان ٻاهر نڪتي.... رئو بہ سوڀي جي هٿ ۾ رهجي ويس.

”ڇا ٿيو شمان، ڇا ٿيو؟“ بلقيس پڇيس. ”اڄڪي گهبرائل ڇو آهين، خير تہ آهي؟“

”پٽي....“ شمان سهڪندي وراڻيو، ”پٽي آهي نہ
بلقيس.... پٽيءَ کي الائي ڇا ٿيو.... جو....“

”ائي الا امان کي ڇا ٿيو!“ شمان جي ڳالهہ ڪاٽيندي
چاڙهي چئون، زلف بي بي ۽ شاهہ بي بي سميت ڊوڙ پائي
ڪوٺيءَ ڏانهن ويون.... ٻتي ٻاري ڏٺائون تہ سوڀي اونڌي
منهن کٽ تي ڪريل هئي، سندس وات ايس تي لڳل هو
جنهن منجهان رت پئي وهيو ۽ ڏند هيٺ کٽ جي پائي وٽ
ڪريو پيو هئس.

”ائي الا امان جو ڏند!“ ممتاز هانو ڦاڙ دانهن ڪئي.
دانهن ٻڌي سوڀيءَ چنگهندي اکيون کوليون.

”ڪيڏانهن وئي شمل؟ ائي شمل ڪيڏانهن وئي
شمون؟“

”ائي امان ڇڏ پچر شمل جي،“ ممتاز چيو، ”هڪڙو
ڏند هيٺين سو بہ پڇائي ڇڏيئي، تہ مڙيئين.“

”ائي الا امان ڪيئن پڳو.“

”ائي صدقي ٿيو شمل جي ناني امان.... ڪيڏانهن
وئي شمل؟“

”ائي الا، نانيءَ تي ڪيڏو صدمو آيو هوندو.“ زلف
بي بي ۽ شاهہ بي بي گڏجي چيو.

هتي ٻجي ”ائي الا“ جي هونگار ٿي پئي.... بلقيس ۽
شمان ٺنگريءَ کي ڏامڻيءَ کان وٺندي تڪڙيون تڪڙيون
دالانڪي ڏانهن لوڙ لڳيون.

—

# سيٺ ڏيل

ڏاڪ منجهند جو ورانڊي ۾ پينگهي تي ليٽيل زبيل کي وڄڻي هلائيندي هلائيندي جهوٽا اچڻ لڳا ۽ اُبا ڪيل گوڏا آهستي آهستي ڪرڻ تي هئس جو در تي ستر ڪي جهڙي ٺڙڪ ٻڌي سنڀالي ورتائين.

"الا، الا، ڀ گهڙيون ننڊ ۾ ڪونه ڪرڻ ڏنئون تو ڀوڙ مائي، مائهن کي پنهنجن گهرن ۾ سک ني ننڊ اچي!" ٻڏڪندي ڇاڻ اٿڻ جي ڪيائين ته ڪنگهه جي دوري اچي ورايس.

"اي ابا گلو.... شبو...." راند ۾ رڌل پوٽن کي سڏڻ لڳي. "ڀوڙا ته ڪون ٿيا آهيو، اٿي ڪو در تي ڏسي ته ڪير آهي، مونکان ته اٿيو ني ننڊ ٿئي.."

"ڏاڏي، آءٌ ٿو ڏسان." گلوءَ ڦڙتائيءَ مان چيو.

"تون وري ڇو، آءٌ ٿو وڃان." شبوءَ ڪاوڙجي چيو.

"آءٌ وبندس پهرين مان ٺڙڪ ٻڌو." گلو هشي ڏيندي در ڏانهن ڊوڙ پاتي.

"اونهه .... اونهه .... آ ن ن ن، نون نه وڃ." شبو رڙندو ٻڌائس لڳو.

"ابا ڦٽجو ڇو ٿا،" زبيل بيزاريءَ مان چيئين، "موني ڀڻي ڪن ۾ ڪيهه وڃو ڀڻا هٿا، هاڻي ته اچي اٿ لڳي آهي. بلي بلي، رب منهنجي جا شان. اها ڇونڪ ڇنڊي ٿاني هوندي، سو ڪنهن جو اڌو ڪنو هوندو جو ٽڏيءَ سوا ڙلي سرندو."

در جي لڳاتار ٺڙڪي ۽ ٻارن جي رڙين تي زبيل ...

ننهن ممتاز ڪڪو هنج ۾ ڪري پنهنجي ڪوٺيءَ مان وراڻدي ۾ ايندي پڇيو: ”چاچي ڇا آهي، ٻار ڇو پيا روئين؟“

”اُئي امان، در تي وڄڻ ڪاڻ ڦٽجي پيا آهن پاڻ ۾.“ زينل بيپرواهيءَ مان وراڻيس.

”آءٌ تي وڃي ڏسان ته ڪير آهي.“

”پر امان هرو پرو تنهنجو در تي وڃڻ جو ڪهڙو ڪم، ٻه ڄڻا ويا آهن. اها ماڻهين هوندي پيو ڪير هوندو. تون ڪو ڪيچ ۾ ته ڪونه ڪٺي ايندينس.“

”چاچي ٻڌين نه پئي، اڄان سوڏو ٺڪ ٺڪ لڳي پئي آهي ٻار نه جي ڪڙي تائين ڪونه ٿا پڄن.“

”مائي تنهنجي خوشي.“

”اچي تون ننڍڙي ڪي جهل ته وڃي ڏسان.“

”آءٌ اڳئي مٿي ٻئي آهيان، پنهنجو ساهه ئي نٿي ڪٺي سگهان، ويتر ڪڪو تي ڪٺائيم.“ زينل ڪنگهندي منجهندي لاچاريءَ مان چيو، ”ڏينم پلا ته ڪٺانس.“

”چاچي در جو ڪڙڪو ٻڌي تپي وئي آهين.“

”اُئي آءٌ ڪوهه تپان، تين منهنجا ويري جيڪي ڏينهن تني جو رلي مئا آهن.“

”اهي منهنجي ماءُ کي ٿي طعنا هڻين.... نه آءٌ اڄان نا هن گهر ۾ پرڻجي نه منهنجي ماءُ رلي مري ها....“ ممتاز روئڻهارڪي ٿي وئي.

”مائي ڇڏ منهنجي جند هاڻي دستگير جو پلاند اٿئي، کهڙا سر ڪڍيا اٿئي ڏينهن تني جو خيري صلي. موسڪي ڏي نينگرو وڃي در ڪوليس ميچاري اس ۾ بيٺي هوندي.“

”ڇو ٿئي پلاند وجهيم پڇڙيوال کي“ ممتاز ڦوڪجي موڪهي چيو ۽ ڪڪي سوڏو در ڏانهن هلي وئي. پيا ٻار ۽ نينگ ڏيندا پنڀانس لڳا. در کلڻ سان ماءُ کي ڏسي ممتاز جي سونهيل منهن تي مرڪ مڙي آئي ۽ ٻارن ۾ ڌمچر مچائي

ڏنو، سنڌن لينگهون وارا ميرا منهن، خوشيءَ ۾ اڀئڻ ٻهڪڻ لڳا جيئن گدلي پاڻيءَ ۾ ڪو ٽڙيل ڪنول.

سڀ ٻار نانيءَ کي ڏسي ڇهڻي ويا ۽ ڪيس برقعي کان جهلي هٿن مان ٿيلهي ۽ ڇٻيءَ کي پٽ پٽان ڪري ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳا.

”اي ابا ڇڏيوم ته سهي، ڪيرايوم ڇو ٿا؟ هانءَ ٻوساڻي ڇڏيو اٿو.... هاءِ هاءِ، گرمي ته ڪهڙي آهي ڄڻ جيئرو دوزخ.“ ٻارن جي نانيءَ سٽ سان اڇل ڏيئي پاڻ ڇڏائيندي چيو.

”ڪنهن ڇيڻي ته ڏينهن نتي جو اچي ڏڪا ڪاءَ.“ زبيل پاڻمرادو پڙڪيو.

”امان هيءَ اڌ مڻ جو ٿيلهو ۽ ڇٻي ته رڪ سڄي ڪٽور ۾ پسي وئي آهين.“ ممتاز ٻارن کي پري ڪندي چيو.

”اهي رڪڻ لاڪر ته آئي آهيان، 'رخشو' ٻيڻو آهي آءٌ جيسين ادي لڪاني جي گهران چڪر هيون تي اچان، ٻاچاڻي ڪزل کي ڇيٽ ڏني هيم، سا وٺي اٿم وٽي، وچانس ٿي نموني لاءِ اگهڙيءَ جو ٽڪر وٺڻ.“

”ائي امان، جي اهڙي سٺي آهي ته پوءِ منهنجي لاءِ به ٿي وال وٺيو اچجان.“

ٻر وري گهٽيءَ مان پڇيائين،”.... نمونو ڏينديون سهي؟“

”ڇو نه ڏينديون.“ بختاور ڦونڊ مان ورائيو، ”اهڙيون ڏاڍون ئي ڪونهن جو نه ڏين.“

”توبهن، توبهن“ زبيل ٽوڪ مان چين،”ريس به ڪنهن ڳالهه تي ٿيندي آهي، ڪني ڇيٽ ڪاڻ ماڻديون ٿي پيون آهن.“

”ائي ادي گرميءَ ۾ ڇيٽ ٿڌي ٿيندي آهي انهيءَ لاءِ ٻارن چئون.“ بختاور ڦڪي مرڪ سان ورائيو.

”مائي ٻاڻ جاڻو.“ زبيل موڙو ڏيندي چين ۽ زور زور سان ويڃڻي هلائڻ لڳي.

”اها تہ اسان جي پٽيان کھپي ڇڏيندي ڪون.“ ممتاز هوريان هوريان ماڻس ڪي چيو، ”ڊاڪٽر آهيون اڃي سڀ سان.“

”ڇوري هوريان ڳالهاءِ تہ ٻڌي نہ وٺي.“

”ٻڌي تہ ڀلي ٻڌي، مونکي ڪو سندس ڊپ بہ آهي ڇا!“ ممتاز کي ويتر شهہ ملي.

”هم.... هم.... هم!“ ڏيءَ جي همت ڏسي بختاور ٺهڪ ڏني وڏي واڪ چيو.

”منهنجي ڏيءَ آهين، سو تون ڪنهن کان ڇو ڊڄندينءَ.“

”واهہ ڪنوار واهہ، ماڻهين سهڻا سبق ٿي سيکارين.“

”اڳي ٻڌي ورتئين“ ممتاز ٻڌڪيو.

”ٻڌي ورتئين تہ ڇا ٿيو، ڪهڙو آ ڳوڻو پٽيندي وچانس ٿي اڄ ٿي ڏاندار بي بيءَ کان تعويذ ڪرائڻ، ڀانيان ٿي تہ اڳئين تعويذ جو مدو ختم ٿي ويو اٿس، تنهن لا ڪر ٺڙي سرلي ٿي آهيس، هاڻي اهڙو ٿي تعويذ ڪرايانس جو اصل مرلي ٿي بند هوندس.

”اڳي امان، منهنجو تہ رت ٿي سڪائي ڇڏيو آهيس، هڪڙو هنن ڇڻن ٻچن ۽ سٽين انهيءَ ٻانپ! سچو ڏينهن گهر تہ هيئنءَ نہ ٿيو، هونءَ نہ ٿيو، وچان ڪٿي ڪيڏي تہ چوندم، ”اڇها، ٻئي ٻُرقي ماڻهين وانگر، اسانجو خاندانو برقيون پائي ڪون هي، وٽي سچو ڏينهن پئي پنهنجو خاندانو ٻڌائي.“

”اسانجو وري ڪو گهٽ خاندان آهي ڇا؟ شجرو ڇوري ٿي ويو نہ تہ هيئنر جو هيئنر ڪٽي اڇي منهن ۾ هڻانس تہ اسين بہ ڪنهن کان گهٽ ڪون آهيون.“

”هون.... هون.... ٻي، ٻلي، ڪاري ڪڪڙ دنندار جيڏي ٻچينس تيڏي تيار.“

”ها امان، هاہ اسانکي ڪڪڙيون ڪريون، ٻليون ڪريون ٻلي ڪرا موتين جهڙي سون سرنگهي ڏيءَ ڏنم تڏهن ٿي اِهي 'مانانتا' لفظ ٻڌان.“

"تنهنجي سون سريکي آهي ته منهنجو پٽ وري ڪو لال واه جو ڇيڙو آهي ڇا. منهنجو به موتين جهڙو شهزادو پٽ آهي، اماهه ماڻڪ، سمجهين ڇا پنهنجي پاڻ کي جو ڌر تنيءَ جو ايڏو وڏي مٺو هنيو اٿئي." زيبل تڪائيء مان ڇيس.

"ممتاز ڏسين ٿي سسٽين کي، ڇلائي وانگر ڇهڻي وڌي اٿم."

"امان تون بس ڪر، پاڻهي ڏينهن جا تارا ڏيکاريندي سانس. رڳو اچڻ ڏي گلوءَ جي پيءُ کي تون هن سان ڪون پچي سگهندينءَ، آءٌ ته هلي هيڏانهن ويهون." ممتاز، مساءَ کي پانهن کان جهلي ٽيلها ڇيون ڪٽائي ورانڊي سان لڳ ڪمري ۾ وٺي آئي ويهاريس.

"ائي امان، ڪرانهن ذرو هجيئي ته ڏي، بڪ کان جڪر اچي ويو اٿم، مٺو ابو لڪانئي جو هيئر اوڏانهن ٿئي وچان.... اچي هي پئسا، ڏينس گلوءَ کي ته وڃي ٽانڊيءَ لڳي 'رخشي' واري کي ڏيئي اچي."

بختاور ويهاڻي کي ٽيڪ ڏيندي چيو، "سسٽهين 'بليڊ پيشر' چاڙهي ڇڏيو اٿم. بدن ڇڻ باهه ٿي ويو آهي. پانيان ته وڃي چنبا پٽيانس، وس هليم ته نوڙيءَ ئي ٿنهن ڏيانس، نه ٿي مري نڪي ٿي منجو ڇڏي."

"ٺهيو امان ٺهيو، ڪلمو پڙهه" ممتاز دريءَ تي رکيل بلوري جڳ مان پاڻي اوتي گلاس ڏانهس وڌائيندي چيو، "اچي هي ٿڌو پاڻي پيءُ ته هنيون ٺري، آءٌ ٿيتر ماني ڪٽي ٿي اچان."

"ڳڙت ڳڙت ڳڙت." بختاور يڪ ساهي سڄو گلاس ڏوڪي سامت ۾ ايندي چيو، "ڪرانهن ذرو سنڀالي ڪٽي اچج ته ڏيڻ نه ڏسي، سامهون ويٺي آهي تارا ڦوٽاريو."

ٿوري دير ۾ ممتاز پوڙ مانيون گرم ڪري آئي اڳيان رکيس ته پوپاري گڏيءَ جهڙو وات مچڪائيندي پڇيائين،

”هي ٻوڙ ڪنهن رڌو آهي؟“
”مون رڌو آهي ٻيو ڪير رڌيندو.“ ممتاز چيو.
”آءٌ صدقو ٿي وڃئين منهنجي ٻچڙي! گرميءَ ۾ ٻه اهي ٻورهيا تون ٿي ڪرين.“
”ٻيو ڪير ڪندو؟ نوڪرياڻيءَ کي چاچي سهي ٿي ڪين، رات به چيائين ته مائيءَ ديگڙيءَ ۾ ڏوئي گھمائيندي ماچيس جي تيليءَ سان ڏاڻ پي ڪوڙي سو ماني نه کائيندس. تنهن لا ڪر ٿي آءٌ پچايان.“
”اٺي ڪيئن نه ڪيئن، ٻي جهانين نه ڪيئن. خوشي سندن، تون چـو ويهي سور سهين. ايترا ٻورهيا ڪري پاڻ کـي جهوري رکيو اٿئي.“ بختاور پٽاڙو ڳيهندي چيو.
”ادي واڏاري ته آءٌ آهيان، ٻيو ته سڀ راڄ ٿي پنهنجو اٿن.“ زيبل چڙ مان چيو.”هرو ڀرو پاسو ڪٽي ڏيءَ جي ٻيڙي ۾ ٻوڙ، پنهنجو گهر اٿس، آخر به ته ڪيس ٿي ڪرڻو آهي ڪا ٻي ته تنهن ڪانه اٿم.“
”ڪن ته ڪهڙا نه سرلا اٿس.“ بختاور ڏيءَ کي چيو،
”ٻوڙي به اجان ڪانه ٿي آهي.“
”اٺي چـو ٻوڙي ٿيان.“ زيبل پٽڪ ٻڌندي وراڻيو،
”ڪيس هٽي ڪارو مٿو ڪيو اٿئي، ڏٺو اٿئي پاڻ کي، جو ننڍڙي پئي ٿئين تنهنجي ۽ منهنجي عمر ۾ فرق ڪهڙو؟ ٻدڪ جبڏي ٿي پئي آهين، تنهنڪري ڀانئين پئي ته ننڍڙي آهيان.“
”سائي زال ٿي چا ٿي! ٻڌين ويٺي نه ممتاز؟ ڪهڙا نه ٻڌ ڏيڻي وجهيم، گهرائي ڏينم ’رخشو‘ آءٌ مرڳو وڃان ٿي.“
”ڪن ٿي نه ڏينس امان، پئي مٿو هٽي.“
بختاور کي گهڙيون سان رهڻ ڪانپوءِ وري سر ڪڍيو:
”اڄ دڪان تي ڳاڙهو هندورو ڏسي آئي آهيان، هانءِ ... ٻڌي وٺم، رخشو ٻهاري انهيءَ مهل ٿي سوٽي ڏيئي

ڇڏيم، ننڍڙا ٻار اٿئي لوڏي ڪاڻ پيا سڪن، تن لاءِ چڱو ٿيندئي."

"اٿئي امان پينگهو اڳ ئي پيو جو آهي."

"اٿئي انهيءَ پينگهي جو آسرو لاهي ڇڏ. اهـا مڙهم جيسين جيئري هوندي تيسين ڇڪ هنيو پينگهي ۾ پئي هوندي."

"امان رکنداسين ڪٿي؛ ڏسين به پئي ته سمورا صفحا ورانڊا چاچيءَ ٻلي، مون وٽ ته رڳو اهي ٻه ڪمرڙا آهن."

"اٿئي پاٺهي کو ٻلو ٿي پوندو، تون پئسن جو ڪو بندوبست ڪر نه ته ٻه اهي چوڙا چڙا گروي رکنداسين آخر اهي ڏکيءَ ويل ۾ ته ڪم ايندا آهن. آءٌ پاٺهي ڇڏائي ڏيندي سانهه رڳو مٽڪي ٻڳو چاچهين پئسا ڏيم." پمبڻ تـي وينل ميچر کي اڏائيندي چيائين، "ممتاز، امان ڏينهن ڏٺي جو ميچر ته ڪيترا اٿئي گهر ۾، درين دروازن کي چاريون ڇو نه ٿي ڪٽي هٽائين."

"امان اڄان ٽيپ رڪارڊر، ڇينجر ۽ مشين جون قسطون ئي پوريون ڪانه ڏنيون اٿم، مٿان وري ڪپڙي وارو پناڻ ٻه روز پئسن لاءِ در تي ويٺو آهي، چاري ڪٿان وجهايان."

"الله مالڪ آهي، وڏي دل ڪر ڪوڙ پئسا ٿي پوندا، حالي چاري ته وجهائي ڇڏ."

"چاچيءَ ٻه انهيءَ ڏينهن ڳالهه پئي ڪئي تـه مامي ميرل جي گهر چاريون لڳل آهن."

"اٿئي ڪو رڳو پاڙس ميرل جي گهر لڳل آهن ڇا."

بختاور موڙو ڏيئي ڏاڍيان چيو، "گهر گهر ۾ ڏس ته چاريون لڳل آهن."

"ادي هاڻي ٻين گهرن جي مونکي کهڙي خبر. گهر گهر ۾ برقي پائي ڏڪا کائيندي هجان تـه خبر پويم، مون ته رڳو پنهنجي پاڙهُ ميرل جي گهر ڏٺي سو ڳالهه ڪئي ڪيم."

"اٿئي اهي مونکي ٿي طعنا هڻي، مائي هتي ايندو ڪير،

ننگ جون پاڙون پاتار ۾ چوندا آهن نه ته هتي اچان ڇو." ايئن چوندي برقعو ڪنيائين.

"ترس ته سهي امان." ممتاز چيو.

"مائي تون ڇو ٿي پاڻ کي ٿڪائين." زيبل ننهڻس کي چيو، "وڃڻ ڏينس، ڏس ته ڪيئن ٿي پاٺهي موڙي اچي."

"ائي ها، ها، آءٌ ته آهيان ئي بيعزت جو گهڙي گهڙي بيعزتي سهي وري وري پئي ايندس." بختاور ڪاوڙ مان چيو، "خدا جو قسم ڌيءَ هتي نه هجيم ها ته آءٌ هن گهر کي ٽڪ به نه هڻان ها."

"مائي ڏاڍو خيال اٿئي ڌيءَ جي گهر جو ويٺي هج، آءٌ پائيندس ته ڏاج ۾ آئي آهين."

"امان تون ئي ڪٺي مات ڪر، چاچيءَ جي اکين ۾ مهمانن لاءِ ڪا عزت نه رهي آهي."

"واه جو مهمان ٿا اچن.... هون." زيبل منهن ڦيرائي ويهي رهي ۽ بختاور کي گهڙيون گيهه ڪئي پر جڏهن کيس زيبل جي طرفان پرچاءُ جي ڪا اميد نه رهي ته پوءِ پير سٽيندي هلي وئي.

"هاڻي ته هيانءُ ٺريئي." ممتاز ماءُ کي ويندو ڏسي ڪاوڙ مان سس کي چيو.

"مائي ڪو ليچڻ ڏار وڏن سان ايئن نه ڳالهائبو آهي."

"مون ۾ ته ليچڻ ڪونهي، باقي تو ۾ ته ليچڻ ئي ليچڻ آهن، اچڻ ڏي هن کي ته اڄ ئي ٿي فيصلو ڪرايانس."

"ڪهڙو فيصلو؟ مان به ته ٻڌان."

"اچڻ ڏينس، آءٌ ڪا نوڪرياڻي ته ڪانه آهيان جو گهڙيءَ گهڙيءَ منهنجي بيعزتي پئي ٿيندي."

"ائي مائي هيءُ گهر ئي تنهنجو آهي، پر گهر کي گهر ته ڪري سمجهه. توبهه، جڏهن به اها دهلڙي اچي تڏهن ڪو نه ڪو ممڻ مچايو وجي، خدا بچيس."

”ڏس چاچي، منهنجي ماءُ کي پيٽ ۾ نه، نه ته ٻوڙ پاڻ
ئي ڇاڻين.“
”امان، آنو.... شيءِ وٺان....“ شبوءَ ماءُ کي ڇهندي
چيو.
”پيڙيءَ ثريا، آءٌ ڇو اچي توهان مان ڦاٽي آهيان.“
ممتاز شبوءَ کي چنبو وهائيندي چيو، ”مهل ڪمهل نه ڏسندا،
بس آنو.... ڇن ته مون وٽ ڪا ڏراوت پئي آ.“
”ڇتي ڇو ٿي آهين مائي.... ٻارن کي هرو ڀرو ماري
۽ ڪري ڇڏيو اٿئي.“
اهڙوئي ٻارن جو خيال اٿئي ته ويهي پاڻ سنڀال.“
ممتاز، شبوءَ کي زيبل ڏانهن ڏڪو ڏنو زيبل ٻوڙس کي
ڀاڪر ۾ ڀري پيار ڪرڻ لڳي ته ممتاز وڃي برقعو پاتو
ٿوري دير ۾ مثان ٻورل به اچي ويو ۽ ماءُ کان پڇيائين:
”ممتاز ڪٿي آهي امان؟“
”ابا پڳهر ته سڪائي.“
”امان آءٌ ڪم سان آيو آهيان تمام ضروري ڪاغذ
رهجي ويا آهن.“
”ابا اجهو هينئر وئي آهي.“
”جنهن وقت گهر ۾ اچ غائب، آءٌ ته تنگ ٿي پيو
آهيان.... ڪٻٽ جون ڪنجيون ڪٿي آهن؟“
”ابا اهي به وٽس آهن.“
”اوه.... خدا جو قسم.... صبح جو گهر مان نڪرڻ
وقت هوش هجي ته ڳالهيون ڇو وسرن، تمام ضروري ڪاغذ
آهن، صاحب ايڏو ناراض ٿيندو جنهن جي ڪا حد ڪانهي.
انهيءَ ڪري، هن ڏر تتيءَ جو پنڌ پيو آهيان- ۽ هيءَ آهي
جنهن کي پل لاءِ گهر ۾ سک نٿو اچي.... پريشان ڪري
ڇڏيو اٿس.... ٻه ٿيا آهن.... چئين بجي آفيس بند ٿيندي.“
”ابا بس ايندي پئي هوندي.“

"چاچي به آئي هوندي؟" پورل سوچيندي پڇيو:
.... زيبل ڪنڌ سان هائوڪار ڪئي.
"بس پوءِ ته پڪ بازار وئي هوندي، الائي ڇا ڇا اجايو خريدي ايندي." ؛ ورل ڪمري ۾ ويندي چيو.
"ابا ڇا پيو ڪرين؟" ڪمري مان ڪنهن شيءِ جي ڀڄڻ جو آواز ٻڌي زيبل پريشاني مان پڇيو.
"امان تالو پيو ڀڃان پيو ڇا ٿو ڪريان."
"هجين گهر ۾ سڪ ته اجايو زيان نه ٿئي." زيبل ڪيو.
ايتري ۾ پورل به فائيل کڻي ڪاوڙ مان تڪڙو تڪڙو گهر مان ٻاهر هليو ويو.

.........

"بابا اچي ويو، اچي ويو." ٻارڙن خوش ٿيندي چيو.
"ائي امان آءٌ مڙسهين کي ماني گرهه ڪڍي ڏينس."
"آءٌ نه ڏيندي سانس ته پيو ڪير ڏيندس." ممتاز رنڌڻي ڏانهن ويندي ٽڪيو.
"بابا منهنجي لاءِ ڳاڙهي عينڪ آندءِ؟" گلوءَ پڇيو.
"بابا منهنجي ٺڪاڪن واري بندوق؟" شبوءَ به پڇيو.
"بابا 'چيون' ننڍڙي به ننڍڙا هٿ اڳتي وڌايا.
"ابا ماهه ته پنڌ ڏيوس ٿڪجي آيو آهي، ڪپڙا ته مٽائي وٺي، ڪو ماني پور ته کائڻ ڏيوس." زيبل ٻارن کي سمجهايو.
"ها بابا، حاضر." پورل ٻئي ڪمري ڏانهن ويندي پيار ن چيو، "کوڙ بندوقون، کوڙ شيون."

.... ....

"منجهند جو ڪاڏي وئي هئينءَ"؟ پورل پريان ئي ممتاز کي ٽپائيءَ تي ماني رکندو ڏسي ڪاوڙ مان پڇيو.
"پاڙي ۾ ويئي هئس."

”توکي گهر ۾ سک ڇو نٿو اچي، جيڪڏهن اڄ تائين
پڇي ڪاغذ نہ ڪيي وڃان ها تہ نوڪري بہ وڃي ها ۽
بيعزتي بہ ٿيان ها.“

”ماني تہ کائو.“ ممتاز پشيمانيءَ مان چيو.

”ڏوڙ کاوان.... جڏهن بہ چاچي بختاور گهر ۾ ايندي
آهي تڏهن ڪو نہ ڪو ممڻ ضرور مچندو آهي ۽ تون برقعو
پائي نڪري ويندي آهين.... ماڻهو چوندا ڇا؟“

”ماڻهو ڇا وري ڇا چوندا؟“ ممتاز پوٽ سڄائيندي
چيو. ”چوندا تہ سس، ننهن کي سهي نٿي ڪانہ ٿي، اڄ امان
آئي تہ ان کي بيٺي پير بيعزتو ڪري گهر مان ڪڍي
ڇڏيائين، انهيءَ لاءِ تہ اوهان ڪجهہ بہ نٿا چئو.“

”بس توکي سواءِ امان جي شڪايتن جي ٻيو ڪجهہ
بہ نٿو اچي. پنهنجن ڳالهين بابت ڪڏهن سوچيو اٿئي، سدائين
امان جي شڪايت.“

”آهستي تہ ڳالهايو، چاچي نہ ٻڌي تہ ويل ۾ نہ پوان،
اڳئي مون سان وڙهيو ويٺي آهي.“

”جڏهن بہ ماڻهين ايندي آهي، توکي الائي ڇا ٿيو
وڃي.“

”آءٌ تہ ساڳي هوندي آهيان،“ ممتاز ڦوڪجي چيو،
”چاچيءَ جو رخ سو امان جي اچڻ ڪري بدلجيو وڃي.“

”تون سدائين امان جي شڪايت ڪندي آهين پر امان
تہ ڪڏهن بہ تنهنجي شڪايت مون سان ناهي ڪئي.“

”آءٌ حق تي جو آهيان.“

”تون پليل آهين ممتاز، امان توکي پنهنجو سمجهي
ڇڳائي چوي ٿي. توکي دل ۾ نہ ڪرڻ گهرجي تون بہ هن
کي مون جهڙي ئي عزيز آهين، مان سندس اڪيلو پٽ
آهيان تون سمجهين ٿي تہ مان تنهنجو پاسو کڻي سائس جهيڙو
ڪندس.“

”ڪاوڙ ڇو ٿا ڪريو، سڀ منهنجو ڏوهه آهي منهنجي ماءُ جو ڏوهه آهي.“

”مائرون اولاد جون دشمن نه هونديون آهن، پر ڪي مائرون اڻ ڄاڻائي ۾ ڪم فهميءَ سببان اولاد جي پرسڪون زندگيءَ ۾ ڪنڊا پوکينديون آهن. چاچي انهن مان هڪ آهي.“

”ڇا ڪيو امان؟“

”چاچي نه صرف هر ڳالهه ۾ تنهنجي طرفداري ڪري ٿي پر توکي فضول خرچي ۽ راڻ جي سکيا ڏيندي رهي آهي، ۽ اهوئي ڪارڻ آهي جو امان جي سائس نٿي پوي ۽ ٻڌي ڇڏ، جيڪڏهن تنهنجي اهائي هلت رهي ته پوءِ پنهنجو گهر ڪڏهن به آباد نه ڪري سگهندين چاچي به انهن ئي ڳالهين ڪري پنهنجو گهر برباد ڪري چڪي آهي نه ته هونداڄ هوءَ پنهنجي گهر جي راڻي هجي ها.“

اوهانجي ته سدائين امان تي ڪاوڙ ٿيندي آهي.“

”ڪاوڙ جي ڳالهه ئي آهي، آخر هوءَ گهر ۾ ڪيئنو ڇو ٿي وجهائي؟“

”هوءَ ٿي وجهائي؟“

”نه ته وري؛ جڏهن بـه چاچي اچي يا تـه توکي امان سان ٽڪرائي وڃي، يـا وري توکي ابتا ڏس ڏئي پگهار ئي پوري ڪرائي.“

”پر اڄ ته اهڙي ڪابه ڳالهه ڪانه هئي.“

”امان، اڄ ڇا تي جهيڙو ٿيو هو؟“ پورل ماءُ جي ٻر ۾ ويهندي پڇيو، ممتاز در وٽ ڪن ڏيئي بيٺي.

”ابا مڙئي خير هو، ڇا جو جهيڙو، ڪهڙو جهيڙو؟“

”ممتاز ٿي چيو ته چاچيءَ سان....“

”ادي بختاور جون ڳالهيون پنهنجون هونديون آهن پٽ؛ منهنجي دل ۾ تـه هن لاءِ وڏي حب آهي، پـر سندس ڳالهيون اهڙيون هونديون آهن جـن ۾ رڳو اجائي خرچ ۽

ڦيڻاڙي جي ڳالهه هوندي آهي.... سو اڄ به سمجهايو ماڻس پئي ته انهن اجاين عادتن گهٽائي گهر ڦٽايا آهن، پوءِ بس ڪاوڙجي هلي وئي.... پوءِ به سڀ ته ڪا ڳالهه ڪانه هئي.“

”ممتاز به ماءُ جو طرف ورتو ڇا؟“

”ڪنوار سان منهنجو ڪهڙو رسڻ مان ته ڪيس ڇڪائي چوندي آهيان. آءٌ اڄ آهيان سڀاڻي نه هوندس لئي پئي هي سڄو ماندڻ ڪيس ئي سنڀالڻو آهي. جيڪڏهن هينئر ئي هٿ جهلي هلندي ته يا عمر خوش گذاريندي نه ته....“

”ٻڌين پئي ممتاز.“ ڀورل چيو.

”اڇو نه هائي.... ماني ٺڍي پئي ٿئي.“ ممتاز ڪنڌ هيٺ ڪري نرميءَ سان چيو.

”ابا وڃ ماني کاءُ، ٺري وئي ته مزو ڇڏي ويندي.“

........

”گهرڙ .... گهرڙ .... گهرڙاٽ.“ رڪشا ممتاز جي در وٽ زور سان بريڪ لڳائي ۽ ويرم ڪانپوءِ بختاور ڇلي هٿ ۾ ڪري ڏيڍيءَ مان جهاتي وجهي ڏيٺس ڪي سڏ ڪيو.

”ممتاز سڳهي ٿيءُ ’رخشو‘ ويٺو آهي برقعو پائي اڄ ته قسطن تي ٽي- وي وٺي اچون. ڪلهه پان واري جي زال به وٺي آئي آهي ماريا سڄو ڏينهن پيا ڪيل ڏسن.“

”اڇو آئي گهمڻ جي گهوڙي سنجن سوڍي.“ زيبل پڙڪيو.

”اندر ته اچ امان.“ ممتاز اتان ئي چيو.

”آئي سدوري جلدي ڪر وقت نه وڃاءِ، رخشو نـه وڃي هليو.“ پريشانيءَ مان چيائين.

”مائي ڪهڙين ڳڻتين ۾ پئجي وئي آهين؟“ ممتاز ڪي ماٺ ڏسي پڇيائين.

”امان آءٌ هينئر نٿي هلان .... ٽي- ويءَ جي آخر ايتري ضرورت به ڪهڙي جو قسطن تي وٺجي. الله ڏيندو ته يڪا

پئسا ڏيئي وٺنداسين.“

”ادي امان ڏاڏي سهڻي T.V آڻي، گهر ۾ رونق وڌي ويندي پيو ته ’مشڪيءَ‘ لاءِ ڪپڙو به ڏسي آئي آهيان.“ ٻه ڪون اندر ايندي چيائين.

”نه امان بس، مونکي انهن شين جي گهرج ناهي. ۽ تون به .... تون به اجايو روز روز بجڪو ڪٺي بازار نه ويندي ڪر.“

”ادي گهوڙت! منيس. ڇا ٿي چوين؟ هن سڀ توتي ڪو زبرو تعويذ ڪرايو آهي جو اهڙا ابتا پول پئي ڪيين.“ بختاور، حيران پريشان ٿيندي چيو، ”آءٌ اج ٿي ٿي وڃان ڏاندار بي بيءَ وٽ .... مٺيءَ تي اهڙو ٿي تعويذ ڪرايان جو ياد ڪندي.“

”ادي هيڏانهن ته اچ.“ زيبل ڪيس ويندو ڏسي مرڪندي سڏ ڪيو.

”ڇو؟“ پريان ٿي پڇيائين.

”اچ ته سهي.“ چٽ مان چيائينس.

”ها، ڇئو.“

”هي وٺ پنهنجا تعويذ، وڃي ڏاندار بي بيءَ جي ڳچيءَ ۾ ٻڌجانس ۽ کيس چئجانءِ ته مان به ٿو جهڙي پير ٻوڏي آهيان، اهڙا تعويذ مون تي اثر نه ڪندءِ.“

---

# لاڻ

لاڻ جي پوڙهي ڏاڏيءَ، جنهن جا ستيان ڏند ڀڄي پيا هئا، هينئان چار ڏند ڪڪڙي وانگر ٻاهر نڪري آيا هئس، چپ پوڙهي اَٽ جيئان لڙڪي پيو هئس، نڪ جي ڇهنب ڀرڪي اچي چپ سان لڳي هئس تنهن پاڻيءَ مان نڪتل سيسر وانگر وڏو وات ڦاڙي منهن تي پلاند وجهي اوڇنگار ڏني: ”لاڻ، تنهنجو ڪلمو به نصيب ڪونه ٿيم ابا سڄي عمر آسرو ڪيم ته ڪلهو ڏينديم پر اڄ ڇڏيو ٿو وڃيم، پيءَ پوڙهي کي رلايو پيو وڃين.“ لاڻ جي ماءُ سسئس جي پير ۾ ويٺي هئي تنهن پڻ وڏي اوڇنگار ڏيندي چيو: ”منهنجا ابا، مونکي ته وڏي اميد هئي ته توکي موڙ ٻڌنديس، پر تو پيٽن کي ميندي به لائڻ ڪونه ڏني.“

”ڇوڪر منهنجي ڇيلهه ڀڄيو وڃين منهنجي اڇن تي ته رحم ڪرين ها.“ لاڻ جي چاليهن ورهين جي ڪنواري چاچي عطالو پنهنجي مٿي تي ڌڪ هڻندي چيو. ايتري ۾ ٻاهران هڪل ٿيس: ”عطاعلي خان، هيڏي ٻاهر ته اچجان.“

”ادا اسانجون ڇيلهون ڀڳيون پيون آهن، اسانجا ڪهڙا حال هوندا جو ٻاهر اچون. جنهن کي ساوڪ مڇن جي مس ڦٽي سو ئي اسانجو نه رهيو.“

”ٻلي هاڻي ڪلمو پڙهو، سنجها جو وقت آهي.“ يارمحمد خان ٻرڙي عرف ياروءَ در تان وراڻيو.

”ادا توهانکي ڪلمن جي لڳي آهي، هتي قلبن جا

ڪتاب ٺي سڙيا جليا پيا آهن" عطالو رانيات ڪندي وراڻيس.
لاٺ جي پڦيءَ کي جا هيءَ ڏک ڏاڍڪ خبر پئي
تنهن اچڻ سان پاڻ کي تڏيءَ تي سٽيندي پار ڪيو "ابا
وڻ وڏي واڏون ڪريان، تنهنجي نيلي گهوڙي سڌئي بيٺي
تون ڪيڏي ڇڏيو پيو وڃين." ايئن چوندي جهڙو وات
کوليائين ته مک اڏامي وڃي ڪاڪڙي ۾ اٽڪيس. زال جو ساهه
هيٺ ساهه مٿي، آت جو ٺڪاءُ پئي پيس. سڀئي پريشان ٿي
ويا. مائيءَ جو ڪاڪڙو ٺي چلجي پيو. ڪپڙو ڪٽي وات
۾ وڌائين. اڌ ساٺي ٿي پئي. مس مس اهـا مک پاڻيءَ جي
ڍڪ سان هيٺ ٿـي تـه مائيءَ سامت جو ساهه کڻندي چيو
"مائي زالون آهيو ڪير آهيو، اسين به ڳوٺاڻيون آهيون ته
به صفائي گهر ۾ اهڙي رکيو اچون جو ڇڻ مک پئي ترڪي،
ايتريون زالون ويٺيون آهيو ته بہ گدلائي ايڏي جو مکيون
ٺي چتيون ڪري ڇڏيون اٿو."
"پوءِ آئينءَ چو ٿي،" پائينس جنت چيو، "اسين ته
برابر اهڙيون آهيون پر تو وٽ ميڙ ته ڪانہ موڪلي سين
جو اچڻ سان ويٺي آهين عيب ثواب ڪيڻ."
"آئي آهيان ته پنهنجي ابي جي گهر آئي آهيان ڪو
پٺهين علوءَ ڪونہ ٺهرايو آهي."
"ائي تون اسانجي پيءَ جو ٿي نالو وٺين!" ٻي پائينس
زينوءَ چيو.
"ائي پٺهين ڪو ارباب اچي لٿو آهي ڇا، پاڻ منهنجو
آهي ڪجهه به چوانس توهان جو ڇا وڃي ڪمربون، نار جون
لوڏيون، اچڻ سان وٺي ويون آهيوم."
"لوڏي اٿئي اها ماڻهين، جيڪا چار ڏند ڪنيو ويٺي
چمڪائي." زينو چيو.
"شال ڪاڪڙي ۾ مٿي پٺيو ڏيٺون، منهنجي پڇر
ڇڏيو، مون هٿ پڌا."

”منهنجي ڏيءُ کي سهرئي ڪين ڏيون، ڪهڙي اوهانجي ڳنر تي لت ڏني اٿس! ۾ گهڙيون ابي جي گهر اچي ٿي ته ڏائڻ وارو ڌهڪاءُ ڏيو هنيون ٿي روڙيو ڇڏيوس، ڇڻ اکين جو ڪنڊو هجيو.“

”اڇهو شروع ٿيو ڪينرو“ جنت پٽڪيو، ”ڏاڏي هاڻي بند ڪر پنهنجو ڪينرو.“

”بلي! ٿوم مان جعفران ٿسي پٽي آهين! آءٌ آهيان ڪينرو؟ هي روز جو ناناڻيون پلتڻيون گهر ۾ وينيون اٿو اهي بهشت جا ٻڙا اٿو؟ توهين سونکي ڪين سهنديون ڇوريون، وڃي در در پندس ته به سونکي ٽڪر پيو الله ڏيندو.“

”اٺي جنت ڏٺي نه؟ نه وات ڪرين ها نه پنهنجا ناناٽا ڪيڏرائين ها،“ لالڻ ماءُ چيو. ”هن ڏاٽ مان تہ اسين ڦاٽا آهيون، پاڇا پير ڪا ڪُندري زبان کي هٽيس، اسانجا تہ پتائي ساڙي ڇڏيا اٿس.“

”اڇي پتنم تہ چوانس،“ ننهٽس کي اٿبڏو ڪندي وڏي واڪ چيائين. ”تہ ڇوريءَ کي شينهن ڪلهي چاڙهي واترادي ٿي پٽي آهي، ماڻس اڳ ٿي ڏاٽڏار ڪري ڇڏيا وري هاڻي هيءَ اٿي آهي ٻانگون ڏيڻ.... پر هن ڇوري کي به ڇٽي ڇا ڪنديس.... ڪهڙو سندس ڏوهہ.... جيئرا ڇمڙا پيٽ ۾ پيا اٿس، ڇمڙن وانگر ڇهتو پيو اٿن.... مارئي ڪي اهو پٽسو ڪونهي جو ڏاڙون ڪٽي پرائي، رڳو ڳانا سوتي ۽ ڪنگڻ پايو جاڻي.“ ”اٺي اسين تہ بڇڙيون آهيون، هاڻي ڀيو پٽ پرڻائي تہ اها ننهن اچي تخت تي ويهارينئي.“ لالڻ ماءُ چيس.

”ڪارو منهن تخت جو! توهانجي هٿ چڙهندي سو تخت سونکي ملندو؟ تخت تہ نهيو تختو نڪرندم، منهنجي ڪٽي جند ڇڏيو.“

”اٺي پاڇائي، ڇو ماءُ ڏيئون اچي هٿ ڏوئي منهنجي

مسڪين ماءُ جي پنيان پيون آهيو، ويچاري اڳيئي بيمار اڌ مائٽهو."

"ادي ڪير چوي هن کي اڌ مائٽهو، هن 'ڪريبن' جو ڪنيو ڪاڏو آهي سڄي عمر. ڏسي به ٿي ته اسين ميون پيون آهيون پنهنجن سورن ۾!"

"ائي سو توهانکي سور آهن مونکي ڪونهن؟ آءٌ سڙي جلي پئي آهيان، طاقت هجيو ته منهنجو اندر کولي ڏسو، ڇرو هڻو ته رت جي ڦڙي ڪونهي. منهنجو به ته جگر آهي جنهن ڪاڻ هي حال ٿيا اٿم. يادگيري ٿي پويم ته دل ٽڪر ٽڪر ٿيو پويم. ٻارهين وڳي سوڏو راتين جو لوليون ڏنيون مانس پر منهنجي ڪانه هلي، ڪانه هلي هجت ٻاروچن تي...."

"اسان روئاڙيم ته نه، اڳ ئي روئي روئي ماندا ٿيا آهيون" لاڻ جي ڀڄي پنهنجا ڳوڙها اگهندي چيو.

"ڇا آهي؟ ڇا آهي؟ خير ته آهي ڏاڏي."

لاڻ ڪونڙيءَ ۾ گهڙندي پريشانيءَ مان پڇيو. "ڪهڙا خير هوندا، مري وئي ڏاڏهين! ڏاڏهين ۾ آهي باقي ڇا رکيو، جيئرو لاش آهيان، سو پئي هلان. جيئري اماڙيون ڏيئي ڇلڏيئيم اکين ۾! اڃان تو پڇيم ته ڏاڏي ڇا آهي؟ ننڍ جون گوريون وٺي ڏينم ته ڦڪي سنجهيئي پنڌ پوان ته ڏڏا ڏنپ نه ڏسان."

"پر ٻڌايو ته ٿيو ڇا آهي؟"

"اي رڇي پڇ مائٽهين کان سنهنجي هلندي هلي ها ته گهڻا ڏينهن اڳ هليم ها."

"آئيءَ کان دائيءَ کي سڌو ٿيو؛ آءٌ به ماءُ آهيان، گهوڙا گهوڙا ڪري سڄو پاڙو ڪٺي مٿي تي کنيو اٿئي."

"ائي سو ڪهڙن پاڙن ۾ سڌن مٿي وٺي آهيان جو توڻ سون تي پئي هرو ڀرو ڪاوڙجين پنهنجي مڙس جي گهر ويني آهيان ڪو تنهنجي مڙس ته ڪونه نهرايو."

"چاچا عطائو ڀلا اهي ڇا؟ ڇا تان ماندا ڻ متو آهي؟"

”ابا ڪارو منهن ٿيو پيو اٿئون هاڻ ڪهڙي او گهر ڪريون.“

”ڇا! پر ڪهڙو ٻرو ڇڙهيو اٿو ٻڌايو ته سڀي ته اهو علاج ٿئي.“

”بس سمجهه ڪٿي تہ مري ويا آهيون، مئلن جا ڪهڙا علاج.“

”گهر آهي جيئرو جهنم آهي.... گهوڙيءَ جو ٻہ دل کي آرام ڪونهي،“ لاڻ ٻٽڪيو. ”دل جي ڳالهہ ڪريو ڪٿي هروڀرو برباد ڇو ٿيون ڪريو، امان تون ئي ڪٿي ٻڌاءِ، ڇا آهي؟“

”ڇا آهي! ويهہ سال پاليو ماڻءِ اڄ ڇڏيو ٿو وڃين اسانکي، اسانجي اندر ڪان پڇو اٿئي؟ ئي ڏينهن تہ ويا آهن جو ٻيلن وات ۾ گرانهن وڌو هوندو ڇاڇهين ڪي پيٽ ۾ ولوڙ ٻيهن ئي نٿا. اسانکي جي خبر هجي ها تہ اهڙو ڪامورو ٿيندين تہ توکي پڙهايون ئي نہ ها پنهنجي جائي جٺاري ڪايو گهر ۾ وينا هجون ها، پرديس تہ نہ جهاڳين ها....“

”هاءِ پرديس، پڪين ۾ پرديسين جا ڪهڙا مڙهہ مقام.“ ڏاڏيءَ ڇاتيءَ تي مڪ هڻندي چيو.

”ابا موڙ بہ سونکي ڪونہ ڏيکاريئي....“ پڦيءَ چيو.

”اڙي مرڻ ٿو وڃان ڇا؟“

”اڙي ساريو تہ مونکي ٿو وڃين، ڪنڌ پر ڪيرايو ٿو وڃين، سڪو ٿو پڇو وڃين“ ڏاڏيءَ واڇوڙي جيان وسندي چيو.

”ڏاڏي هاڻي ڇڏ گهڻ پي، اڃي هي ہ رهيا وٺ، وڃي ناس پاس ڏجئين.“

”سنهنجا سدان جڙيا، شال بچيم جيئنم! ابا تومان سيڪي ٿيندو، او ڪراچيءَ مان تکو تماڪ وٺي اچجئيم....“

”ادي جنت، بيگ تيار ڪري وٺ دير ٿي وئي آهي.“

”تيار ڪري ڇڏي اٿم ادا، ڪوپ، چمچل، ڏندڻ، ٽوال، ڪپڙا سڀ وڏا اٿماس. خط ۾ ٿ لکندو رهجان سمجهو ڪري.“

”پڙهائيندو ڪنهن ڪان؟“

”ادا، دکن واري چاچا ٻائيءَ ڪان پڙهائيندا سين، ڪٿي ۾ آنا پڙهائي وٺندو سو ڪري ڏيندا سين.“

”ادا، ادا“ ستارو ٻاهران ڊوڙندو آيو، ”ٽانگو اچي ويو.“

”ڇگو هاڻي پرتو الله کي“ لالڻ موڪلائيندي چيو.

”تتر آنا ۾ ٿ ۾ جنهن جو واهي الله، ابا ۾ ٿ ڏيئي وڃين ٿو شال منهن ڏيئي ايندين.“ لالڻ ماءُ چيو.

”او الله سائين اٿين رکندئي جيئن ٻليءَ جا ٻنونگڙا نهائينءَ ۾ بچايا هئين.“ ڏاڏيءَ چيو.

”رب جون رکون اٿئي ٻچا باقي چيلهم پچيون ٿيو وڃين، حال ڪونهيم ڪو.“

”چاچا سڙئي خير آهي، سڙئي خير آهي، سوڪلن ۾ ايندس پيو، ڪو پري ڪونہ آهيان.“

”اي ابا بس ڪري ويو! ست ڪونہ ڪي ٿورا آهن؟ اسان جو تہ هنيون ٿو ڏري.“

”دل وڏي ڪريو چاچا.“

”الله واهي ٻچڙا، الله واهي! جيڏي ٻير تيڏي خير، پر ٿورو ترسين ها پٺين ٻہ ڏيونءَ تان جاڻ موٽيو، موڪلايون وڃيس.“

”چاچا هاڻ بابي کي منهنجا ٻيرن تي دمن چنجو ريل جو ٽائيم پريو بيٺو آهي.“

”ڇگو مولي مدد“ چاچي اداسيءَ مان وراڻيو. لالڻ جو ٽانگي تي ويهڻ ۽ سيني زائفان جو اوچنگارون ڏئي روئڻ.

”او ابا چيلهم پچيو وڃي! اها نہ ويل تنهنجي وڃڻ جي“ چاچي رانياٽ ڪئي.

”او جانب ادا گھاريون وجھو، ڦٽ چڪايو ٻيو وڃيم.“ جنت رڙ ڪئي.
”ڇوريون هاڻي ڪلمون پڙيون سون بيمار جو هيانءُ نہ ڦاڙيو.“ چاچي پاسي ۾ رکيل ڪوٺڙي ۾ دٽ وجهندي لوڙهي جو رخ رکيو.

* * *

”پوست سين.“ نپاليءَ جو سريلو آواز دريءَ سان گونجيو.
لاڻ جي ڏاڏيءَ، نندڙن پوڻن ۽ پوٽين جي ولر سوڏو در طرف ڊوڙ پاتي. ولر جي ونگن ۾ وچڙجي ابتي ٿي وڃي ٿلهي تان ڪري پئي ۽ ڏند ڀڄي پيس، ۽ زخمي ٿيس. رت ٽينڊيون تي وهڻ لڳو. ”سڄن جي پنيان رلي مئي آهيان. ڇولي ٻار ڄڻي پاڻ سکي ويئي آهي، پري ٿيو تہ هٽانو نہ منهن وار ٻجا چونڪ چندا!“ پوڙهيءَ پٽ تان ڏند کڻي تريءَ تي رکي گھوريندي چيو.
”ائي ڇو پئي پٽين؟“
”تنهنجي ٻارن تہ هي ظلم ڪيم.“ ڀڳل ڏند تري تي رکي ڏانهس وڌائيندي چيائين ”باقي ٻہ ڏند منهنجي ڏهڻ جا يا کهڻ جا، هاڻي اهي بہ جنبوري کڻي ڇڪي تون ئي ڪڍيم، من هيانءُ ٺريئي. سور ئي منهنجي ڏندن جو هيو، سڄو ڏينهن طعنا ڏينديون هيون ڏندن جا تہ چار ڏند! گھرواريون تہ ٺهيو، اوڙي پاڙي واري جيڪا رسندي هئي تہ چئن ڏندن جو طعنو، چڻ آءٌ ڪا ڀڄي آئي هئس. هاڻ ’چٽي لولي ڪتڻ کان، ڪڏڻ لڳنس ٻار‘.“
”پر تون هرو ڀرو ٻارن سان ٻار ڇو ٿيئن.“
”بس اها تہ دانگي سليم!“
”امان مونکي ڏي تہ آءٌ ڏسان ادي جو خط“ جنت جهپٽو هڻي خط ماءُ کان ڦريو، ۽ عربي جا پڻ ٽي اکر هڪي پڙهڻ لڳي ”لکيو اٿس، اسلام عليڪم رحمت الله وبرڪات

دائم قائم!"

"مائي ڏسو ته ڇوڪر هاڻ قرآن ۾ ڌو ڳالهائي!" ڏاڏيءَ عجب مان چيو، "اسين ته علم کان انڌا لوڪ سمجهي نٿا سگهون ڇا لکيو اٿس! الائجي ڪنهن رحمت الله وٽ وڃي رهيو آهي يا انهن جي پٽن دائم ۽ قائم سان ڳڌجي ڌو پڙهڻ وڃي.... الائجي اهي ڪير آهن.... سڏيو ڪنهن علماءَ کي يا چاچا ڀائيءَ کي ته اچي خط پڙهي ڏي."

* * *

چاچا ڀائي، چاچا ڀائي! هلي خط پڙهي ڏي" لالڻ جي ڀاءُ لاڏ ڪندي چيو.

"ڇورا آءٌ ڪو پٺهين جو منشي آهيان جو وينو خط پڙهندس. هل هاڻي هل!" چاچا ڀائيءَ جي رهڙ ڪان ڇورو ڇرڪي وٺي گهر ڀڳو.

"امان خط نٿو اچي پڙهي ڏي."

"ابا وڃي ڌوڙ پائي سگهرو مئو."

"اڻي سونکي ڏيو ته آءٌ قلندر جي چوهي کان پڙهائي اچان" ڏاڏيءَ چيو.

ڏاڏي لمڪا ڏيندي چوهي جي گهر رخ ڪيائين.

"امان ڪٿي آهي ڇوڪرو؟ ڏاڏيءَ چوهي جي ماءُ کان پڇيو.

"اهو ته ڊيوٽيءَ تي ويو آهي، هڪ بجي ايندو."

"ڪارو اٿس منهن، نيرا اٿس پير!" ڏاڏيءَ دل ئي دل ۾ قلندر جي چوهي تي قلندر جي ڦٽڪار وجهي ور ڪائي مولويءَ جي گهر رواني ٿي. پيريان ئي تڙتڙي جيان واڪا ڪندي واءُ ڇوهو وسائيندي اچي حجري تي بيٺي.

"ابا نصرالدين، خط ته پڙهي ڏيم" ڏاڏيءَ ايلاز ڪندي چيس. "رلي مٺي آهيان؛ ڏند به ڀڄرايم، ڏسين ڌو، ڇپ به سڄيو پيو اٿم" سٺڻ جو ويڪرو پانڇو ڪٽندي چيائين.

”هي ڏس!“

مولوي نصرالدين جا گول تارا حيرت ۽ سسپينس ۾ ڦاٽندا ويا.... لالڻ جي ڏاڏي پانچو مٺي ڪٽندي وئي. هي ڏس.... هي ڏس.... اجهو.... هي.... هي گوڏا ڦٽيا پيا اٿم!“

”ڏينم خط تہ پڙهان.“ مولوي وساٿيل آواز ۾ چيو.

”ابا ڪٿي ڪونہ آئي آهيان، چورين ڏنم ئي ڪونہ، هلي پڙهہ....“

”مائي آءٌ هيئنڙ ڪٿان هلندس، هي درگاهہ وارو دڪان سڄو ڪيئن ڇڏيان، ريوڙيون پتاشا، هار گل، اگربتيون سڀ پيون آهن.“

”ابا روهہ رلين خط ڪونہ ڏنم، هلي هلي منهنجون تہ ٽنگون ٽڪر ٿي ويون آهن تنهنجا لائق ٿيندا هلي پڙهي ڏينم.“

”نہ مائي نہ، آءٌ واندو ئي ڪونہ آهيان!“ ملان ريوڙين تان چيلاٽا اڏائيندي چيو.

ڏاڏي موٽي ماڳ پهتي.

”موت پئيو مونکي تہ ماري ڇڏيو اٿو، منهنجو تہ اهو حال آهي تہ ’ڪتو بہ انهيءَ کي ڪاٺي موچڙو بہ انهيءَ کي لڳي‘! خط ڏيو ها تہ آءٌ پڙهائي اچان ها، هتي تہ ڪير بہ ڏٺو اچي.“

”ٺهيو ڏاڏي ٺهيو، اسان پڙهائي ڇڏيو. ادا لالڻ سڀ خير لکيو آهي. اسڪالرشپ منظور ٿي اٿس. نوڪريءَ جو آسرو بہ آهيس؛ تمام خوش آهي.“ زينوءَ چيو.

”ڀٽيون، روهہ رليون! پوءِ مونکي رلايو ڇو ٿي؟ ڏند ڀڄرايو گوڏا بہ ڦٽرايو اچان بہ اندر ڪونہ ٺريو اٿو. هن گهر ۾ هاڻي منهنجو گذارو ڪونہ ٿيندو.“

”پوءِ الله واهي، ميڙهہ اسانجي ڪانہ ايندي.“

اهو ٻڌي لالڻ جي ڏاڏي سڏي پڪي پورل جي

سوچيائين ٿي.

”اڙي جيجي زينب! اي پورل سڀ ڪٿي آهن؟ او جيجان ....!“

”اڙي ڇاهي، اڄان پئي، ڪهڙو وڏي ڏمڇر مچايو اٿئي.“

”اڙي ڏمچر ته هوڏانهن متا پيا آهن!“

”ڪيڏانهن!؟“

”پوٽهين جو خط آيو اٿئي.“

”ڪهڙو پوٽو!؟ هانوءُ ڇو ٿي ڦاڙيم! منهنجو ٽن سالن جو پوٽو ڪيئن خط لکندو!“

”اڙي جيجان سمجهه ڪٿي ته منهنجو پوٽو سو تنهنجو پوٽو ـــــ“

”اڙي تنهنجو پوٽو سو منهنجو پوٽو ڪيئن ٿيو! آءٌ تنهنجي هٿن جي پارت هيڏا ڏگهڙا ٿا منهنجا پوٽا ٿين. ڏند پڄائي هوش وڃايو اٿئي.“

”ڏند ويم تڏهن به طعنو ڏنو وڃي.“

”اهو طعنو ته جيتر جيئري هوندينءَ تيتر ڪونه ويندئي.“

”نهيو، توکي به ڏنم....“ هو بنا موڪلائڻ جي رسي اٿي هلي.

* * *

”اڙي لالڻ آيو ڙي آيو! جيئيس ڙي جيئيس! منهنجي صبح ڪان اک پئي ڦڙڪي.“ لالڻ کي ٽانگي تان لهندو ڏسي ڏاڏيس چيو.

”اڙي منهنجو صبح سان، ڪلهو پئي ٽپڪيو ڪانگ لنوڻ وينوءَ چيومانس لنو ڪانگ منهنجي ٽڪي ڏيانءِ، منهنجو لالڻ اچي پيو اهو ٻڌي ڪانگ اڏامي ويو.“ لالڻ ماءُ ٽڙندي چيو.

”آءٌ پاڻ پتنگ فقير ڏانهن ڳڙتي ڳار شربت پيئڻ پئي

ويس تہ ہہ ڪپڙيون بابي جي قبر مٿان ويٺيون پيهون پيهون
ڪن! ڇيومان، رنون جهجو ان پيٺو پيو آهي رڳو اسانجو
ڇوڪر پرديس مان اچي" چاچي عطالوءَ چيو.
"اڻي لالڻ آيو پيهي، ويا سور سڀئي، جيڻس جيڻس آءٌ
جيڏيون منهنجو لالڻ آيو پيهي" ڏاڏي خوشيءَ ۾ ڳائڻ لڳي.
"چاچا عطالو هي توهانجي لاءِ ملتاني گوڏ آندي اٿم،
ٻانهن جو قلندري ڪنگڻ، ڪن جو والو، هار، اهي سڀ
ٻائنجان ۾ هي پنڌرهن رپيا روڪ اٿئي."
چاچي جون خوشيءَ کان واڇون وکرجي ويون اکر
آڪليو ڪونہ تيس.
"ابا منهنجي ڪاڻ ڇا آندئي، ڏند بہ تنهنجي پٺيان
وڃايم."
"فڪر نہ ڪر ڏاڏي، تنهنجا بٺيهہ ڏند ڪراچيءَ ۾
هلي وجهرائيندس."
"اي ابا خير گهر! پيريءَ ۾ پرديس وڃي آءٌ پنهنجو
ابو ڏاڏو لڄائيندس! ڪهڙا توڏس ڏين. اتان ئي مري نڪرندس
انهيءَ چونٽ تان!"
"پلا تنهنجي مرضي، هي جوڙو اٿئي ڪپڙن جو" لالڻ
بئگ بند ڪندي چيو.
"هي چيٽ جو وڳو آندو اٿئي!" موڙو ڏيندي چيائين
"اهو تہ مرادان پنگياڻي بہ پايو وتي."
"ڪهڙو منهنجي پڇي ڪاڻ ڪروڌ لاتو اٿئي، اڳي
ڪهڙا ويس پاتا اٿئي؟ هڪڙو تہ چڱائي ڪري وٺي آيو
آهي" لالڻ ماءُ چيو.
"اڻي اهو پيو اٿئي وڳو، ڪڻ پنهنجو ايڏهين! مون
پاتيو تہ ڪا سوسيءَ جي سٿڻ، ڪو پرت وارو چولو هوندو.
ماڻس ۾ پيٺس لاءِ اوچا وڳا، پٽس لاءِ لونگيون، منهنجي لاءِ
چيٽ نصيبن ۾، وڃي پنگياڻيءَ جهڙا توهين پايو."

”اڙي ڇو ٿيون بي شڪريون ٿيو، توهان کي ته اهڙا وڳا پارائيندس جو ڏيهه اچي ڏسندو. اڃان ته امتحان ڏئي آيو آهيان نوڪري به نندي اٿم؛ جنهن مهل انجنيئر ٿيس ته پڻون پارهن ٿي ويندا.“

”امان ادي جي سڪان به ته باسي هئي سين“ زينو چيو.

”ڏيءَ مون کي ياد آهي، سڀائي سان ٿي پنجين سيرين جي طاهري رڌائيندس،“ ائين چوندي پيتيءَ مان پيسا ڪڍيائين. ”اچي ادا عطالو، هي ويهه رپيا اٿئي، ڏن ڏن رپئن وارا پنج پڙ ۽ هار گل وٺي اچ. دهلاري عرس فقير کي به چيو اچ ته پهچي وجي“ وري سس ڏانهن منهن ڪندي چوڻ لڳي ”چاچي هل ته پاڙي ۾ سڏ ڏيڻ هلون.“

*　　*　　*

زالن پارن جـو گوڙ دهل جي ٽيپڪ، ٽيپڪ.... ۽ شرنايون....

لاڻ پانهن لوڏي
سدان پانهن لوڏي
رب جو ٿيندس راز پيلي پانهن لوڏي
ائي ڏي ڏاڏيس جو شان لاڻ پانهن لوڏي
رب جو ٿيندس راز پيلي پانهن لوڏي
سدان پانهن لوڏي

دهلن دمامن سان سڀئي اچي درگاه پيڙا ٿيا. جتيون لاهي هڪ پاسي رکي، در تي ٽنگيل ٽلين کي لوڏي جڻ ستل سائينءَ کي سجاڳ ڪيائون. قبي اندر مولوي نصيرالدين جيڪو ڪاري گوڏ خميس ۾ ڪنگڻ مٽڪن سودو بوچڻ مٿي تي رکي مراقبي ۾ ويٺو هو تنهن به آواز تي وات چوريندي ڪ ڪنيو.

لاڻ ماءُ اگربتين جي بنڊل سميت نياز آڻي اڳيان رکيس ته ڪجهه حصو ڪڍي باقي موٽائي ڏنائين.

هار گل ۽ ٻوڙ چاڙهي مٿني زيارت ڪئي دعائون پڙهيون ڪن ٻاسون ٻاسيون ته ڪن وري پوءِ ڪونڍيءَ مان ڳان جي پٽين ڳنڍيل خاڪ وات ۾ وجهي پوتين جي پلاندن ۾ ٻڌائون ته ڇاتي تي ٻه ملياؤن. ۽ ٻئي ٻه سا پيتيءَ ۾ ڪيرائي ابتي پيرين پاهر موٽيون. وڏي ميدان تي قبرن وٽ ڪٻڙن جي ڇانوءِ ويهي ڪجهه گهڙيچ گهائي ٻڪ ڪان پاهه ٿي اچي طاهريءَ تي ڪريون تنهن بعد درگاه جي ٿڌي ناديءَ مان پاڻيءَ جا ٽيا ڀري ڀري پيٽ جي قدم لاهي ڏناؤن ۽ وري ساڳيا گهڙيچ گهائيندي اچي لاڻ جي گهر پهتيون ٿيون.

مڪان ۾ آيل هڪ زال پنهنجي هٿ پيٽ ۾ وجهندي چيو.

”اني ادي ڏينهن تتي جو ڪوسو گهڙ جو پٽ ڪاراڻي ماريو اٿن - پيٽ ۾ چڻ چاڪو پيا لڳن.“

”اني الله، مونسان به اهو حال اٿئي“ ٻيءَ ورائيس.

”توهان جوانن جو اهو حال آهي ته منهنجو ڪهڙو هوندو“ لاڻ جي ڏاڏيءَ چيو.

ايتري ۾ ٻاهران عطالوءَ جو آواز آيو.

”بابا زالن کي ٻاهي ڪريو، مونکي ٿورو غسل خاني ۾ ڪم آهي،“ وري هوريان ماڻس کي چيائين ”امان . . . . هي گوڏ کي ٿورو چٽو ٿي پيو آهي تڏهن چڙجئين.“

”پنهنجي سورن جي ڪريان ڪي تنهنجي گوڏ جهڙي ڪريان موت پياه توکي ڪنهن چيو ته ڪڏجي هل؟ اڳئي اڌ ماڻهو، وري پنج ميل اوٽ موٽ جو پنڌ ڪيو اٿئي.“

”پوءِ ڇا ڪريان! رنن جي راڄ ۾ ڪو مڙس به ساڻ هلي ها“ عطالو چڙ مان ورائيس.

”چڱو ادي“، هڪ زال لالڻ جي ماءُ کان موڪلائيندي چيو ”وڃي ڪي گوريون ڦڪيون ڪائون هاڻي مرون ٿيون.“

”مائي ڪنڊ ڪونه هئي تہ ڪٿي ڪچٽي ٿاهيو ها“ ٻيءَ زال چيو ”گهڙ جي تہ نہ ٿاهيو ها، زالن کي تڪليف ٿي آهي.“

”ادي پنج سير طاهري جا هئا، ڪائي تہ سهڻي ويون، هاڻي عيب ثواب ٿا نڪرن،“ لالڻ ماءُ وراڻيون. ”اوليائن جي ٿڌين تي ائين نہ چئبو آهي.“

”چڱو ڀيڻ، هاڻي الله ڪري پرتئين“ هڪ ٻئي کان موڪلائي پنهنجن گهرن ڏانهن روانيون ٿيون.

* * *

”لالڻ جا ٻيءُ ٻڌين ٿو، لالڻ خير مان نوڪريءَ تي بہ آهي، جاڻ انجنيئر بہ ٿيو، ڪو ٻڙو تہ ميڙ تياري ڪريون.“

”ها، لالڻ جي ماءُ، مونکي پاڻ اونو آهي، ڀلا ڪا نينگري نظر ۾ اٿئي ڇا؟“

”اي لالڻ جا ٻيءُ پنهنجي لالڻ لاءِ نينگريون ڪٿيون آهن ڇا، پنهنجي موتين جي داڻي جهڙي حميده پٺاڻ ڪونہ ويٺي آهيس.“

”نينگر جي بہ تہ صلاح پڇ.“

”ڪهڙي صلاح پڇانس، اندر ئي اندر ڪلفيون پيو ڪارائيس، مون ڪي ڪلمي جو قسم رات بہ ناريل ڪٽلون وٺي آئي ڏنائينس، ذرو بہ ڪنهن کي ڪونہ ڏنئين. اندر ئي اندر گيهي ويٺي! چئبو تہ بلا ٿي، هيئنر ئي بلا آهي تہ بوءِ ڏنگ هڻندي ڪهڙي دير ڪندي. لالڻ جا ٻيءُ اها وٺي پنهنجي نانيءَ تي، هوندي سوندي بہ ڪين جو ڪنو چڙهيو پيو آهي تہ: مون کي علو ڏئي ڪونہ، ڪير ئي ڪونہ ڏينم پنهنجي تي اچان تہ سڄي پاڙي مان پني ڪائي ويهان.“

”هاڻي جيڪا تنهنجي صلاح؟، پاڻ ۾ جي ٿهي ويا آهن تہ پوءِ ٺيڪ آهي.“

”بس جيڪا لاڻ جي مرضي، نٿ ايرينگ تہ رکيا آهن باقي ٻہ ٽي جوڙا ڪٽي ٺهرائيندس. پوءِ انجنيئر ٿئي تہ جيڪو وڻيس ٺهرائي ڏيس.“

”نٿ ايرنگ تو وارا؟“

”ها اهي لعنتيءَ جو ٺڪر! ماڻهين مونکي ڏيئي وري ڦريا تہ عطالوءَ کي ڏيندس وري چوي ٿي تہ پوڻي لاڻ کي ڏيندس. پيا ڦرموٺيءَ وانگر ڦرن ڪيڏيءَ مهل چوي تہ پنهنجي 'خفن' گيري اٿم، موچڙو هڻان منهن تي ڪنهن جي طاقت آهي جو مونکان وٺندا“.

”ٺهيو الله مالڪ آهي،“ علوءَ اٿندي چيو، ”هينئر منهنجي نوڪري جو ٽائم پريو پيو آهي.“

”لاڻ جا پيءَ، اها نوڪري ڪرڻ توکي نہ جڳاءِ، ڇا پنهوالي ۽ ڇا انجنيئر جو پيءُ!“

”ڏيهہ سال نوڪري ڪئي اٿم، پنهنجا حق وڃائيندس ڇا ڇري! منهنجا صاحب منهنجي شرافت ۽ محنت جي نوڪري ڪري مون تي مهربان آهن. انهيءَ نوڪريءَ سان تہ مون لاڻ کي مشترڪ تائين پڙهايو، پوءِ پنهنجي همت ۽ محنت ڪيائين جو پرديس جهاڳيائين اڄ اها پنهوالي خراب ٿي پئي جو تنهنجي اڪ ئي نٿي ٻڌي. توکي فخر هئڻ گهرجي تہ تون مزور جي زال آهين تنهنجو پٽ هڪ مزدور جو پٽ آهي! اڄ تون مزوريءَ کان نفرت ٿي ڪرين اهو وقت وسري ويئي جڏهن پرڻجي آئي هئين تہ برقعو بہ پورل جي ماءُ ڏنو هيئي.“

”لاڻ جا پيءُ تون سچ ويٺو چوين، انسان کان غلطي ٿئي ٿي مون کان غلطي ٿي.“

”هيءَ حڪومت اسان مزورن جي دم سان قائم آهي. اسان پنهنجو پگهر وهائي، رت ست ڏيئي هيءَ حڪومت ٺاهي

آهي. تون سمجهين ٿا تي منهنجي نوڪري وري پٺين ڪان
ڪا ڪهڙي به آهي ڇا!؟"

"مٺا ڀيرين پنهنجون ڏاڏون ته پراڻه حڪومت وارو ٿيو
آهين! جيئن آءٌ ڀيري ٿي آهيان تيئن شنگرجو اڇين. هڪ دفعو
بڌم حڪومت، حڪومت ڪري رت ولوڙي ويو آهين،
مٿي تي چڙهندو پيو اچين."

"ٺهيو لاڻ ماءُ،" علوءَ ڪمپٽيءَ مان وراڻيو. "هاڻي
معافي ڏينم، پاڙو نه پڌي."

"پاڙي جي مونکي پرواه ناهي، بدنام ته اوهيئن ماڻهين
ڪري ڇڏيو اٿم، آهوگهر ناهي جتي منهنجي ڳلا نه ڪئي
هجيس پر منهنجو صبر آهي اهو پاڻهي ڪنڌ تي پوندس."

"ڇڏ ويچاري امان کي، پوڙهي آهي، اڄ هوندي
سياڻي نه هوندي، ڇو ٿي غريب کي ڇوين-"

"ماڻهين جيءَ ته ڇهنڊڙي لڳيو وڃيئي!"

"لاڻ ماءُ منهنجو نالو ڇو پئي وٺين. تنهنجي ڪنيءَ
قوم کان به ويس ڇا؟" لاڻ جي جي ڏاڏي اوچتو ڪوٺيءَ
مان وراڻدي پر وارد ٿيندي چيو.

علو موقعي جي نزاڪت سمجهندي ٻاهر هليو ويو.
سس ننهن جي ڇخ ڇخ گهڙيءَ دير تائين هلندي رهي.

* * *

"اٺي سويري لاڪون ٺليو ٺليو ٺيلارا ڇو پئي ڏين؟
ڪيڏي پئي وڃين اها مٺي گوڏ اوڊيو؟" لاڻ جي ڏاڏي
ساڙهيءَ ڏانهن اشارو ڪندي حميده کي گهوريندي چيو.

"صاحب سان پئي وڃان فلم تي!"

"ڏاڻن ڪاڏو پٽس به صاحب آهي! مائي تو تسه اسان
جون ست پيڙهيون ڪاريون ڪري ڇڏيون."

"بوه آءٌ ڇا ڪريان لاڻ کي ڇئو نه"- حميده ساڻو
ڪندي چيو. "اٺي اهو ڇپو ڇو مٿي پر وڌو اٿي" ڏاڏيءَ

وک ڏانهن اشارو ڪندي چيس.

حميده منهن ۾ گهنڊ وجهي ڪرسي گهورڻ جا ڳهاڻ هٽندي سنڌل جي سٽ سٽ ڪندي ساڙهيءَ جو پلوءَ پانهن تي رکي هلڻ لڳي.

”هاڻي زال سان گڏ اسانجي ڇورين جي به پيڙي پوڙهندو،“ لالڻ ماءُ ڪرڪيو. ”اسانکي هاڻ جيئڻ جو ڪهڙو حق.“

”اڙي ڀاڄائي، تون ڪهڙي نه سنهي ٿي لڳين“ جنت چيو.

”ادي ڏوڙ پئي اٿم، لالڻ ته هڏي ئي نٿو ماني ۽ ناني ۽ ته طعنا ڏيئي ڏيئي اندر ساڙي رکيو اٿم. پاڻ ته برقعو به نٿو پائڻ ڏي آءٌ ڇا ڪريان، منهنجو ڪهڙو ڏوهه....“

”پيون چون، ڪهڙو وڏين برقعو پاتو هو، پڙا لوڏي لوڏي مري ويون. تون جيڪو وٺي سو پاءِ آخر به ته انجنيئر جي زال آهين“. جنت حميده جي وجود ۾ پنهنجو روشن آئيندو ڏسندي چيو.

”پر ادي ڪيترو ماٺ ڪندس، مونکي ته لالڻ جي مرضي به رکڻي آهي نه، جنهن پڙهيل ڳڙهيل مائٽيون تلڏي مونسان شادي ڪئي. اڄ جيڪي به درجا انگريزي پڙهن ٿا سي به پاڻ کي شيءِ ٿا سمجهن.“

”ڀاڄائي ور جي مرضي نه رکنديءَ ته هي ڪو ڳيون ڪانسي وينديءَ، جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيندئي. پر پيون مٿو هڻن تون ڪن تي نه ڏين“.

”تيار آهين نه حميده؟“ لالڻ گهر ايندي چيو. ”جنت تون به تيار ٿي وٺ، زينو کي به چئينس.“

”اداتوهين وڃو اسانکي امان ڪانه ڇڏيندي.“ ”جنت امان، بابا ۽ ڏاڏي جن پراڻي خيالن جا آهن انهن جو احترام ۽ تلخ ڳالهيون اکين تي پر حياتي اسانکي به گذارڻي آهي.“

لالڻ جيڪو هاڻي انجنيئر لال محمد خان ٿي پيو هو،

پنهي پيرن ۾ زال سوڙو ڪاريڊور ڪان نڪري ڪار تائين آيو.

"ت.... ت.... توهان!!" ڪار جو دروڪولي لالڻ حيرانيءَ مان چيو. "اي ها ابا اسين، سکهو ئي موٽر ڪاهه!"

"چا ٺيو خير ته آهي ڏاڏي؟"

"اي سڀ خير آهي" لالڻ ماءُ وراڻيو "جلدي ڪري موٽر کي هڪاينس ڦلم جو ٽيم نه ٽري وڃي!"

"توهين به ....!"

اي هاڻو.... و .... و! اسين به جيٺرو ساهه آهيون 'شلبم' جي ڦلم ڏسي هلي روح وندرائي اچون...." ڏاڏيءَ چيو.

۽ پوءِ لالڻ مرڪندي گاڏي اسٽارٽ ڪئي.

——

# چاو

"ٻي ٻي سائڻ، مان ڪٿي سمهان؟"

"هوڏانهن ورانڊي ۾، پٽ تي."

ڪتو ٻه تيل لڳل ٻرانٽيون ۽ ميريون رليون ڪٿي هيٺ وڇائي سمهي رهي ۽ سمهڻ مان ننڊ ڪٿي وڃس.

"هيءَ به ته ڪنهن جي جاءِ آهي! ڪيڏي نه ڏکي ستي پئي آهي!" دل ۾ قياس جي جذبي ڪتّر ڪنيس. پنهنجي ڌيءَ ڏانهن نظر وڌائين ته هوءَ نرم بستري واري پلنگ تي سک ۽ سانت سان ستي پئي هئي.

جڏهن هوءَ پنهنجي وڏي وڳر ۽ ويڙهي سان ڳوٺ واري حويليءَ ۾ رهندي هئي، ته پير ساريون دايون، ڪوليون پٽ تي ستل ڏسي ڪڏهن به ڪيس اهڙي سوچ نه ٿي هئي. پر هيئنر نئين شهر ۾ سانڪيڙن ۽ جهانگيڙن کان دور هڪ نئين جڳهه، هڪ نئين سوچ هن منجهه ڪيئن پيدا ٿي؛ هوءَ پاڻ حيران هئي.

"ڪيتريون ئي خالي کٽون پيون آهن، آڻاري ڪٿي سمهاريانس.... مهر، منهنجي پياري ۽ سڪيلڏي ڌيءَ انهن پٽ تي سمهل هجي تہ جيڪر مان ڪڏهن نہ پيڙا ڀوڳيان."
دل ئي چويس تہ اٿي کٽ تي سمهاريس.

ڪتو ننڊ ۾ ٻڏوءِ الوٽ هئي ۽ ڊولن جهڙن وارو وات ٻٽيل هئس، انهن مان گگ وهي سٽي وهاڻي تي جذب ٿيڻ بدران پئي ترڪي.

"مان: مان هي ڇا ٿي ڪريان، هي ڇا ڇاڻي کٽ ڪٽولن مان، پر تہ متي پئي هجي.... پيڙهين کان هن جا ابا ڏاڏا اسان پاڪن جو احترام ڪندا اچن.... اسانجي سڳن قدمن تي پنهنجو سر نمائيندا اچن.... مان پاڻ سان برابريءَ جو درجو ڏيئي اها ريت ريتي رهي آهيان! نہ، نہ مان وڏڙن جي پڳ نہ پيوندس.... پر تہ متي پئي هجي .... متي پئي هجي.... پئي هجي".... هن ڪتوءَ جي چهري تي مٿاڇري نظر وجهندي ڪراهت کان ٿُڪ آڇلي ۽ واپس وڪوڙ ڪٿي پنهنجي لوم جي گاديلي واري پلنگ ۾ ڦان ٿي پئي. پر ننڊ اکين کان سوين ڪوهہ پري هئس، يادگيريون سندس هر سوچ تي چڻ چانئيون ٿي ويون. صبح جو جڏهن ڪتوءَ جو پيءُ گهولان ڪيس هٿ ڪم ڪار لاءِ ڇڏي ويو هو تہ هوءَ اچڻ سان ڪيئن نہ اگهي ۽ پيل جنڊيءَ واري نواڙ جي کٽ تي ٿي ويٺي هئي ۽ پوءِ ڪيئن نہ هن پنهجو گهروڙي ڏنو هئس: "بي شرمي! شرم نٿو اچئي منهنجي اڳيان کٽ تي ٿي ويٺي آهين." هوءَ اوچتي ڌڙڪي کان ڏڪي ۽ وانڊي ٿي ڪيئن نہ هيسجي هيٺ ٿي ويٺي هئي.

هن کي اهو بہ ياد آيو تہ اچڻ سان جڏهن ڪتو هٿ ڏيئي مليو هيس تہ هن ڪيئن نہ ڏوڪ مان چيو هيس:

"ماڻهين اچا ليڇڻ نہ سيکاريا اٿئي تہ ٻيهين سان ڪيئن

ملبو آهي؟" هوءَ پنهنجي ڇيٽ جي چولي جي ڪنڊ کي ڏسڻ ۾ آڱوٺي سان مهٽڻ لڳي هئي. ڏيپ ۾ منهن هيٺ ڪري ويو هئس. ڪيس صفا هيسيل ڏسي رهيا هئي ۽ هيبانتي نمونـي سمجهائيندي چيو هئائين: "ڀيڻ ڀيڻن کي پيرين پئي پوءِ ڪيڪر ڪندي ڪر. اڄي ساماڻين آهين پر پاپان تي حويلين ۾ اٿي ويٺي ڪانه آهين، نه وري ماڻهين ڪا فضيلت سيکاري اٿئي."

سندس سوچ جو رخ هڪدم لفظ "ڀيڻن" ڏانهن کڄي ويو. اڄ صبح سان سندس پنگياڻي ڏيڍيءَ وٽ بيهي ڪيڏن نه زور سان سڏ ڪندي چيو هئو! "بيگم صاب جي، ميري بي بي تے اندر نئيں آئي؟"

"اٿي هان، ڇا ٿي چوين؟ بي بي! ڪهڙي بي بي؟"

"جي ميري تيءَ حاڪم بي بي."

"آئي گهوڙٽ، ندوري، مار پويو رسول جي، توهين بہ ڀيڻون ٿيون ٿيو؟ سيد سان لکيو ڪيو هئي ڇا جنهن منجهان اها ڀيڻي چٽئي!"

"ڪيا ڪهندے او بيگم صاب جي؟ تاديان گلان تے ميںنون سمجهه نئين پڙديان." ڏکيءَ مهانڊي پوڙهيءَ پنگياڻي پهاريءَ سان پنهون ڪنهندي چيو.

"ڪس دي گهوڙي؟ تے ڪڙا سيد؟"

"اٿي ڪجهه نہ، ڏاڻ وچ هتان ٽر، ڪونهي ڏيٺهن پنگياڻي هتي. صبح سان داڻغ ساڙڻ آئي آهين ۽ پاڪن جي جتيءَ ۾ ٿي پير وجهين."

"ڪيڏي نہ گهٽي ۽ خيال اٿن جوان ڏيئرن جو! اکين کان ٿورو هيڏانهن هوڏانهن ٿيون تہ بس سندن مائـرون جهڙيون چريون. اسان ليکي تہ پنگياڻيون آهن جـو آڪ ٿي نٿي پڌي، پر عزت هرڪنهن کي پياري ٿئي ٿي."

سوچ جو رخ ٽڙي پنهنجي جوان ڌيءَ ڏانهن ويس:
"ڇا ڪريان... ڪو سنگ نٿو ملي.... پنهنجن ۾ ته ڪا اهڙي واه ناهي.... ڌارين ۾ به مائٽيون ته ڪهڙي چڱيون آهن پر آهي سڀ امتي آهن، ۽ امتين ۾ بي بي!" اهو سوچي ڇرڪي پئي.... ڪيس ڏپ ٿيو ته انهن ڪيترين ئي بيبين جيان ڌيءُس به ڪنهن امتيءَ سان سول ميرج ڪري نه رکو پنهنجي قيام ڪاري ڪري پر خاندان تي به داغ ڪي ماي.

اوچتو ياد آيس پنهنجي سڳي سوٽ- سيد دادن سائين جي زال .... بي بي امير زادي، جنهن نه لئو ميرج ڪئي نه سول ميرج. باقي جهنڊولن وارن وارو ڪارڙو ڏولڙو هٿ پسو جٽي ڏنو هيائينس. جنهن سان لاشڪ ته سندس پڙهائي لوهه مروڙ ڀانهي دلاور جي ڏاڍي دل هئي. آپ اڪئين هي ڏٺو. ته به سيني ڏولڙي کي ٻاهو ٻاون سائين ڪري نه رکو جٽي سوڏو جهوليءَ ۾ ويهاريو پر دادن سائين جي مٿي پڇاڻان پڪ ڌڏي راڄ جو وڏو به ڪيائونس.

ائين ڇو....؟ ائين ڇو؟ ڇنبو ته سول ميرج کان اهو ڪم ڀلو' نه ئي قيام ڪاري ٿيڻ جو ڏپ نه ئي خاندان تي داغ ملڻ جو خطرو.

اهي مرد وري ڪهڙا ستا جتا آهن. جڏهن پنهنجو اولاد ڳليءَ ڳليءَ ڳاڙيندا وتندا آهن تڏهن ته ڪين ڪائي غيرت ڪاڻ اچي. سوين سچا سيد ۽ سيدون به ڳولاڙا ۽ ڀانهيون ٿيو وتا ڀلجن.

ته ڇنبو رت جا رشتا يا خون جي ڪشش ڪجهه به ناهي. اهو سڀ ڍونگ آهي. ذهن جنهن کي دنياوي دستور موجب شعوري طرح قبول ڪري، اهو ئي سڀ ڪجهه آهي.

ار خير .... سيد جي گهر ۾ ڪو ڪوڇڙو به جنم

ونندو ته اهو سيد نه ٿيندو ته ڀلو ڇا ٿيندو! انهيءَ ۾ ڪهڙو
ڀڙو ڀلو. هن مرڪي سوچيو. ڏيتي ليتيءَ ۾ ڪهڙو گناهه....
ڪير وڃي ساڳيو ڀٽ ۾ ڀڙو. آهي سيدن جي حويليءَ ۾ سيد
ٿي پلجن ٿا ته ڀيڻيون آرياڻيون به ڇو نه گوليون ٻانهيون ٿي
پلجن .... پر.... مان پنهنجي ڌيءَ لاءِ ڪنهن کي آڱر کڻڻ
نه ڏيندس. اها اک ئي ڪڍي ڇڏيندس جا مٿس ميري نظر
وجهي ....

"سائينءَ کي به جوان ڌيءَ جي ڪا اون ئي ڪانهي، پاڻهن سمراندي ڏيو ويٺو آهي." سندس خيال مڙس ڏانهن ويو.

"اڄ ته چڱي دير ڪئي اٿس. هوندو پنهنجي شونق شڪارن ۾ پورو، مان ته ڪڏهن اعتراض نه ڪندي آهيان. هرو ڀرو مرد جي پٺيان ڪهي لائڻ ڪا چڱي ته ناهي. مردن جو شان ئي انهيءَ ۾ آهي. آخر مرد جو ٽياءُ ڀل سو سريتون هجنس. مور نه مٽ منهنجو. منهنجو مان ته وري به مٿاهون آهي سون ۾ ڳاڙهي ٿـي ويٺي آهيان، ڀلو ڪهڙو سک ڪهيم! مون جهڙا ته شال ڪنهن جا ڀاڳ ٿين. رب سائين منهنجي ڀڄڙيءَ جا به نصيب سوڀارا ڪندو."

ڦري ڪهري سوچ جو رخ وري ڌيئس ڏانهن ايو.

"هاڻي ته قيامت جون نشانيون اچي ويون آهن، آمتون ۾ به ڀيڻيون آثارين پيا .... ڀلا آمتيءَ جو اکر ابلڊو ڪيرپل ۽ نيچ محسوس ڇو ٿو ٿئي .... مسلمان تـه سڀئي نبيءَ جي امت آهن .... ڇا مان نبيءَ جي امت ناهيان .... مان آمتين سان ڪڏ ڏينهن قيام جي ڪلمو پڙهي نه آئندس ڇا ....؟ رسول پاڪ پنهنجي پٽيءَ جو سگ غلام سان ڪرائي سگهن ٿا تـه مان نعوذ بالله ان کان به مٿي آهيان ڇا؟.... مان به ڌيءَ جي مانٽي ٻاهر ڪندس .... مان اهو فرق ميٽي رهندس .... هاڻ ته هرڪو گرو ڪنجو سيد ٿي پيو آهي .... مٿو ڪڏن! واڻيا به عرب ۽

سيد پيا سڏجن .... پر .... پر .... اسان .... اسانجي ته خير ٻي ڳالهه آهي .... اسين ته آهيون ئي برتر .... اسان کي پيڙهين کان برتريءَ جو احساس ڏياريو ويو آهي .... جيڪو مان ۽ مرتبو رب اسانکي ڏياريو آهي، سو شال دائم ۽ قائم هجي. ڪير سڙي ته پيو سڙي .... پيو پري .... پل پيا پهرين پون.... پل ته پيا ڪنڌ نوائين .... سيد جو سڳ نه مليو ته حق بخشائي ڇڏيندي مانس. ست پيڙهيون آڪاڏي ڏيءَ ڪاڻ نه لهائيندس."

چاري لڳل دونهاڙيل ذهن سان آخري فيصلو ڪري هوءَ گهري ننڊ سمهي رهي.

———

# مٺي مراد

اهو آپ اڪثين ڀئي ڏٺو ته وڏيرو مبارڪ علي باجنس جهڙو سڙو.
ڪٺي ڪاسي جيتري ڪا ڪسر هئي به ڪٿي ته پروڙن پوري
ڪري ڇڏي، جيڪي شهرن ڪي به شهه ڏيو پيٺا هئا. اهو
راوڻ توڙي جو اڏ وهي ٿيو ته به پار آهي ٿي پراڻاه ڪراڙي
شينهن جيان واجهه وجهيو اونڌاين ڪوئين ۾ پيو هوندو هو.
جا ڦاٽي ناهي سا ڦٽڪي ناهي. ويندڙن جا پيرا ڏسبا هئا ته
ايندڙن جا ڪونه. اها ته جن ڪن ٿي ڪانه هئي ته ڪو
ٽاڪ منجهند جو وڏيري شاهه بانو پيٽين مان 'خاشا' پسترا
ڪڍائڻ ڪاڻ نئين ماماٽيل پاڻهي ماڻ ڪري انهيءَ پاسي
اچي نڪرندي. ڪيس ڏسي وڏيري جي حياتي ڇڏائجي وئي.
"ايڏهين ڪيئن ۾ ڇا پيو ڪرين؟" عينڪ، ڏونگي مان
مٿي ڪري، چاهين جو ڇڪو پاڻهيءَ جي حوالي ڪندي عجب
مان پڇڻ لڳي.
"ٿڌڙي جاء آ نه، مونکي اتي سمهڻ ۾ فرحت ٿي اچي."
"ايئرڪنڊيشن مان آلا ٿي نڪتا ڇا؟" هن رهڙ ڏني.
"جيڪو مزو قدرتي 'اڏڪار ۾ آ، سو ايئرڪنڊيشنر جي
پٺون پونءَ ۾ ڪٿان لبي."
هن ڪرڏ جو پلاند ڦاهي؛ ڏندڙا ڪڍي وراٽيو پر نئين
ٺڪار جي صاف بچي نڪرڻ تي دل ٿي دل ۾ جڪ پئي ڪاڏا.
شاهه بانو ته هونءَ به ڪيس ڪانه ٿي وٺي، جو ڏاڏي پونيون
ورلي وٺن. مڙيئي الو پلو ڪيو پي وقت نپايائين. هن بس
کهٽا ڏينهن آسرو پلي لاطمع پنجي وجي ٿي-وي ۽ ريڊيو سان
لنئون لاتو. جتان ذڪاتن جا ذڪر پڌيو پئي سبحان الله
ڪندي هئي ته ڪڏهن وري 'پٽل' مارڪ ڪلام ۽ ڪافيون
پڌيو پئي دل پرچائيندي هئي. جڏهن مبارڪ علي کي هين منجهان
ڪا مٺي مراد نه ملي ته وجهه ملنديئي بنا دير وڃي پي پرٽيو

جنهن سان منڊ منڊ ۾ هُن ڦرڙو تہ رکيو ۽ ڪيئي ساوڻ
سيارا لنگهي ويا پر ڪو پوڙو ڪونہ پڙيو تہ آئيندي ويهندي
ميٽڙن جيان طعنا ٽُڪا ۽ ڏين شاديءَ جون دل هول ڏيارينڌڙ
ڏمڪيون ڏيئي ڏيئي کيس هيسائي ڇڏيو. نتيجي ۾ هوءَ بہ
وڃي ٿي درگاهن ٻلي- راتيون مقامن ۾ اوجاڳا ڪيندي تہ
ڏينهن زيارتن ۾ وارن سان ٻهاريون ڏيندي گذرڻ لڳس. ڳچيءَ
۾ ڳارا وجهيو ڇڙو پئي پير سوريندي هئي تہ من ڪنهنجي
دعا سان ڪا منئي مراد سلي پئي. ولوءَ پوءِ کان وٺي مارُل
مستانيءَ جي آستاني تائين اهڙو ڪو در نہ رهيل هو جت
تعويذن ڦيڻن پنيان هن جهوت جهوتان نہ ڪئي هجي. حويليءَ
۾ ويهڻ تہ خير ڪو، پر ڪڏهن ويهندي بہ تہ اوڙي پاڙي
جا مڙئي مهاڻا غاليچي تي پلٽي هنيون ويٺائي وينا هوندا هئا.
هڪڙي پلاند ڇنڊي آئيندي تہ مٿان پئي اچي پاڻ سٽيندي.
درويشن ديوانن جا نوان نوان ڏس، تعويذ ٽڙن ۽ خوابن خيالن
جا اڻ ميا 'نذرانا' پرمتڙيءَ جي جهوليءَ ۾ وجهي پنهنجي
آڏي ڪٽنيءَ جي پورت ڪيو ٻالم ٻٽيون پيون پوليءَ جيان
هلائيندون هيس. وهم کيس ائين وڪوڙي ويا جيئن مانجهاندالي ءَ
کي رسو. ڏهاڪو کن مهاڻا ساڻ ڪري قافلي جي صورت ۾
جتان بہ لنگهندي هئي تہ ڪنهن نہ ڪنهن تربت کي ڏسي
آتي ضرور ترسندي هئي تہ متان 'ولي' نہ ڏمرجي. اـر جي
جيپ اڳتي نڪري وئي تہ رڙ ڪري ڊرائيور کي چوندي:
”اي بيهجان، بيهجان يعقوب! ٿورو پوئتي هل تہ سلام
پري وٺان.“

انهيءَ ٿڙ ڦتڙ ۾ برقعو بہ جيپ جي ڦيٿي ۾ اچي ويس.
مٿئي مٺي بچي تہ بہ آڏلندو فخر سان چوڻ لڳي:
”ائي ڏٺو معجزو، اهو سائي پڙ واري پير ڇڪيو انم
پاڻ ڏي- منهنجي ڇڪ ٿي انس، متان پٽ ڏيوس.“
ڪڏهن ڪليو ڪلايو تہ ڪڏهن وڏيري جي ڊپ کان

اڪ ڇپ ۽ سارو ڏينهن هلي هلي نه رڳو هن مومنيائيءَ جي
برقعي جو پڪو رنگ آڏاڻو پر ساڻن جهڙي ترڪڻي لسي
ڪُل به نڪر ڳڻٽين ۽ ڪاڙهن لٽڪن ۽ لوساڻجي ڪوري
باڦتي جو روپ ورتو ته مبارڪ علي به پنهنجا پرڙا ساهيا.
پهرين ئي آڏام ۽ هُن جي اک وڃي برقعا پوش نرس تي پئي.
اضا ساڻ جنهن جو لنگهه ئي شاهي حويليءَ اڳيان ٿيڻ لڳو.
هن جي نئين فيشن واري سئنڊل جي پاڻٺيءَ هيل پدمڻ پيرن
سميت هياڻهُ ۽ ائين ڪهي ويس جيئڻ ڪيلي ڪُٺي پت ۽.
تنهن ڏينهن ڪان پوءِ روزانو اسٽيرنو ٽيپ ڪٿائي نم جي چانو
۽ شاندار رلي وڇايل ڳاڙهن پاون واري ڪٽ تي ويهي
هاسيڪار وڏيون وڏيون ڪنگهڪارون ڪري چيڙي نيري وارن
ساڻ ويٺو حال احوال ڪندو هو. بس رڳو سئنڊلَ جي ڪڙڪي
پڌڻ جي دير هوندي هئي جو ٽيپ جي پلي واري بٽڻ کي
دٻائيندو هو. جنهن ۾ ڳائل سمورا گيت سندس دل جي ترجماني
پيا ڪندا هئا.

'تنهنجي اچڻ جون واڙيون
نيت نت آپي نهاريان' ته ڪڏهن وري
'منهنجي اکڻ اڇين مونسان مُرڪي ملين
تنهنجي قدمن تان قربان ٿيان'.

زال ذات کي مرد ماڻهوءَ جي ڪوڙي ادا، خبر ناهي ڪڏهن،
ڪٿي ۽ ڪيئن وڻي وڃي. لاشڪ ته مٺڙائي اسٽائيل نرس
کي به موهي ڇڏيو- جنهن جو ثبوت آهي نت نئوان عطر ۽
مستيون سينٽون هيون جن جو استعمال شايد ته هوءَ پاڻيءَ
جيان ڪرڻ لڳي جو سندس لنگهندي ئي انهن جون مهڪارون
وڏيري جي چوگرد پکڙجي پئي ويون. جن کي هن وڏا ساهه
کڻي پئي جهٽيو نه ته جيڪر اهڙين سادين سينٽن کي هو
ٽڪ ئي نه هئي.

تنهن نيث هئي هنڌ ڪيو. جلد ئي ڪنوار پنجي ڪڙن

ڪوڏن ۾ اچي قابو ٿي ٿو،
'جاڏي وڃي واڳهه تاڏي پاڻي تانگهو'

جيان لڳو ٿي ته اها شادي به وڏيري کي پانهه نه پئي، جو انهيءَ مان سندس ڪوڏن جو پراڻو سور تهائين سهڻ کان ٻاهر ٿي ويو. لاچار ڪيس سرڪاري اسپتال جي در اڳيان ويٺل چورن واريءَ مان رابطو قائم ڪرڻو پيو جنهن چئن چورن وارو سنياربل نيو سمجهائيون ڏيئي سندس حوالي ڪيو. رات ٿيندي ته هڪ هڪ ناري پلنگ هيٺان هٿ ڊگهيري نيو سيريندو ۽ هرهڪ ڪوڏي کي مکڻ ذرو مکي پٽ ۾ چورون ڇهڻاڻي ڇڏيندو هو. تڏهن وڃي ڪنهن حال ۾ ڏسبو هو. نئين جوءِ تي سندس گهڻو راز هيو جو سارو ڏينهن هنج ۾ ليٽيو پيو مٺي کي سيرون ڏياريندو هيس. اچانڪ هن پيار جي چانور ۾ کي گهڙيون ٿي ڪونه گهاريون ته جوڻس جو ارواح هن تان کڄي ويو. ڪجهه ڏيپي واري لقاءُ ڪري، ڪجهه مهل ڪمهل ڏوٽ پڪ مان پاڏي جيڏو وات ڦاڙي ڏاڍن ڪوڏن جي عادت جي ڪري ته ڪجهه وري مٺي مراد ماڻڻ ۾ دير پوڻ ڪري. هو ڪيس نڙيءَ ۾ ڦاٿل ان مڪ جيان لڳو جيڪا نه ڪڍي سگهجي نه ڳهي سگهجي.

هوءَ ڏاڍي حيران پريشان رهڻ لڳي. گهڻو ٿڌو ته ڪو ڪتابڙو ڪٽي روح وندرائيندي هئي نه ته مٺي کي هٿي پڌرو پئي ڪنڊون پاسا ڳوليندي هئي، پاڻين تہ وڏيرو پري هجي ته چڱو.

هو اچان شهر واٽي ويجهو ٿي مس آيس ته پوٽ بچڙو ڪري چوڻ لڳي:

"وڏيرا ايڏهين ايڏهين! آءٌ چاڪ ڪونه آهيان."

"چو مٺا، هاڻ مان توکي ڪونه ٿو وڻان ڇا؟" هن بيٺي ٿي پڇيو.

"چو ڪونه ٿو وڻين"، هوءَ ڪٽ ٿي چنگهون سيون

ڪندي چوڻ لڳي. ”ڪهڻتي ٿو وٺين پر ڇا ڪيان جو مٽي جي سور ڪري ڪا ڳالهه ئي نٿي وٺي.“

”پر ۾ ويهڻ تي به مارشل لا لڳل آ ڇا؟“

”ويهه پلي اڪين تي پر ڪٽ ڪي ڏڏڪو نه ڏجانهه.“

اهو ٻڌڻ سان هن جي سموري حشمت ڪري وئي. سگريٽ دکائيندي چوڻ لڳو:

”مٺا هيٺئر ئي اهڙيون وچوئيون ڪيئه ته اڳتي الائي ڇا ٿيندو؟“

”آلا، اها ڳالهه ناهي.“

”نيٺ به، ڪائي ته ڳالهه هوندي؟“

”خالي هيائڻ، ڇانهه جي هڪ ڪوپ سان يڪيون ساريون ئي گوريون ڳيئيون اٿم. ڪاڏو ته وٺي ئي ڪو نه. ڏڏڪي سان تنهائين دل ئي ڪچي ٿئي. هوءَ ڪرسي پٺي اٿي، اورتي ريڙهي اچي ويهه.“

انين چوندي ڪيس اڙڪو آيو.

”بس بس، مان سمجهي ويس. آهي ڪو ڪچو ٻڪو الله مان اميد لاهبي ڇا. ديريون سويريون ته ٿينديون ئي آهن.“

انين جئي ڏکهي خميس جيڪا مٿي لجي وئي هيس، هيٺ ڪري ڪمري مان ڦونڊجي ٻاهر نڪتو ته هن ٻاسو ورائيندي ٻالمرادو ٻڌڪيو.

”ڪيس خدا، ڏني نه ورتي مٿو راه ڳناهه جو ٻاسا ڪيڍي وجهيم ها. اهڙو قرب ئي ڪهوريو جنهن مان هوند نه شڪر.“

هو اچا ورانجو ئي ٻار ڪري رهيو هو ته مهڙ ۾ ئي ڪيس حويلي* جي خاص ٻانهي جافران ملي، جنهن جو ڪنهن زماني ۾ سائس ريزڪي حساب ڪتاب هلندڙ هو.

”ڏاڍو خوش ٿيو ڏسجين وڏيرا.“

”مبارڪون هجنئي جافران، اڄ تو واري وڏيري اڙڪا ٻئي ڏي.“

"هون! اهڙا ته مان ڏينهن ۽ ڏهه اهڙڪا ڏيان."
اهو ٻڌي هن جي هٿ مان 'ڪولڊ ليف' جو پئڪٽ ڇڏائجي ويو.
"وڏيري جند ڇڏائڻ لاءِ بهانو ڪيو هوندو."
هو پٽ تان پئڪٽ کڻي کيس ڏيندي نوڪ مان چوڻ لڳي.
"بهانو ڇا لاءِ ڪندي، هن جو ته مون سان ڏاڍو قرب آهي، جانوران تون سڙين ٿي."
"ڏڪ هٿي ڪيئن ها وڏيرا، پر اها ڳالهه نه ڪرين ها."
هن سندس اکين ۾ اکيون پائيندي چيو. "مان ڇو تنهنجين خوشين کان ارهي ٿيندس. مان ته پاڻ...."
"هون!" هن کيس چخي ٿي نه ڪئي ۽ وڏائي مان هليو آيو، پر جانوران جي نوڪ پري. مرڪ جي ڪري هن جي دل ۾ انوڪ شڪ گمان پنجي ويا.
ڏينهن پڄاڻان، جڏهن جانوران جي ڳالهه سورهن آنا سچ نڪتي ته سمورو عشق، قيشڪ ٿي ويو، اجايون لوميون ڏيئي ڏيئي هن سندس پتا ئي لوٽين رکيا.
هيءَ به پنهنجي وڏيءَ جو ويچ نه طبيب پائيندي هروقت ٿڌا ساهه پري انهيءَ گهڙيءَ کي پٽي پٽيندي هئي جڏهن هن سائس پيچ پاتو هو.
وڏيري مبارڪ عليءَ جي، ڪوراڻ بلا جهڙي اسي مت ڪسي ماڻ ته پٽ کان به پر ڏاڪا گوه ڪٽي وئي. صبح سانجهي پڌر ۾ چلم ڏيڪي آئي وئي اکيان پٽي ننهن جا روئڻا روئيندي هئي. ڪنهن کٽي پڇيو:
"سائڻ آهي ڪا وڏيري جي گهر اميدواري؟"
"امڙ ڪٿان آيون اميدون." هن ڪاڻا ٽيل لغڙ جيان وراڪو ڪاڏو. "ڦنڊرون ڪاهي اچي گهر ۾ وڏيون انس جي نه ڏهڻ جون نه کهڻ جون. ونگي ته انهن ۾ ڪو حال ٿي

نٿو سجهي، ڇوڙي جي قسمت ۾ ئي ڪي سنڌيون لکيل هيون."
"سانڻ وري به ڪٿي شادي ڪرائينس، شرع ۾ ڪهڙو شرم."
"امڙ ڏسي وانسي اڪ جو ڪير اڪ ۾ ڪير ڏهائيندو-
ٿي اڪ ئي ويٺيون آهن. چوٽين ڏڪي ماندي."
"چونه ملندي، ملڪيت آ ته ڪهڙي پرواهه، سڀڪي
سنجهي ٿيو ويني ڪائيندي."
"اني ڪيئڻ ۾ ڇا آهي- ڪو ڪيئڻ لاء ڪونه ٿي گهرايانس-
جنهن ڳالهه لاء ٿي ڦاهو ڪان; دعا ڪيو ته شال اها پوري ٿئي."
اهو پڌي ويڙهي جي ماڇائين مان هڪڙيءَ چرچو ڪندي چيو:
"جيجان اسان ڪي جي وڏيرو گهر ۾ زالون ڪري ويهاريءَ ها
ته هوند پارن جو ڳنڍيون پري ڏيونس ها."
"اني لاچار ٿيو آ وڏيري ڪي. اسين مهائين ماڇائين جا
پار ڪاڏي ڪيون ها." هو تهڻ ڳڙي تي چڙهي.
"جيجان اهو به شڪر ڪر جو ماڇائين مان ويچاري جي
پيڙهي ته پيدا ٿي پئي ها. خاندانئين مان ته پر جو ڪڪڙو به
ڪونه آيو."
هن ڪي ڪو جواب نه سجهيو ته ڳڙ ڳڙ ڪري چلم
مان زورائتا سوٽا پرڻ لڳي.
روز جا توتڙا پڌي پڌي نيٺ راجوٽي ۾ وڏيري جي ماءُ،
پٽ جي چوٿين شاديءَ جي سنيت جو فيصلو ڪري ورتو.
حجامڻ ڏانهن ماڻهو ڊوڙايو ويو جيڪا آن دم ئي ڳاڙهو رومال
۽ ناس جي دٻلي ساڻ ڪري اچي حويليءَ تي پهتي ۽ پاڙي
پتيءَ جا پئسا ولي اوڏانهن رواني ٿي جتي ڇوڪريون سجهنديون
هيون. وڏي گيهه گيهان ڪانپوهه پڪو نيٺ شاهدان جي نالي
نڪتو، جنهن جي سڀ ڪان وڏي ڳالهه اها هئي ته هوءَ بيحد
غريب مائٽن جي مٺي جو پار هئي- پئي مٽا وڏيري جي ڪنڌي
رهيا. هڪ وار وري ڳاڙهو گهوٽ ٿيو- جيتر پٽ پنڌري
ٿئي تيتر هنجو ڏهه مقام اچا رولڙي ۾ هيو.

چوويهہ ڪيرات سون جهڙي سدا سهڻي اکيو لوڙڻ ڪاڻ شرنائين جي گونجار ۽ ڍُهلن دمامن سان حويليءَ جي پڌر ۾ پير پاتو تہ هُن پنهنجي زندگيءَ ۾ نئين منشين بهار جا جهونڻا محسوس ڪيا.

لنگهيائين پنهنجون ويلل نيڙيون سرليون ڪيون تہ انهن ڪڏ ڪاري ڏاوڻ واري شورڪي نت سان گهوٽ مـاءُ ٻہ ست سري دهري وارو گهات مٿي ڪري تاڙين جـو ٺهڪو لائيندي سر ڪيڊيو:

'تنهنجي چاچين پيتو ڪير اَلا،
تو سان حامي حضرت پير الا....'

غاليچن تي راڄ سان ڪـڏ، مهمانن جيسان رنگ برنگي پلين واري جيهرمير ڪندڙ ڪنڌ ۾ ويهـي ٺيٺـي پهاڄون ساگـي 'گريڻ' تي ههچڻ ڪري پاڻ ۾ ڪير پت ٺي هيانءَ هلڪو ڪرڻ لڳيون.

"اسان ڪيچ ڪٿيو باقي اها نيٺمڪڙي اهـي سونا آنـا لاهيندي."

"مٿو اگهاڙو ڪري ڏر تتيءَ جو پٺي هت ڪٽي چاچيءَ جي ستن پيڙهين ڪـي نہ پٺيائين تـہ منهنجو ناٿـو ٻہ ڪنهن ڪتيءَ تي رکجو."

"انـي مٿـي مڙهانگ ڪي تـہ ڏسو ڪيئن نہ ڪانپئيون ڪنيو بيٺي نچي."

"اسان پيرتي بہ تہ انين پٺي نچي نہ؟"

"عٺ ڏينس ڪانيٺيون، پاٺي خبر پوندس، جـڏهن تريون ڪوڙيندي."

مس مس ڪري وڃي سات سوڻ پورا ٿيا. هوڏانهن گهوٽ ٻہ دوستن، عزيزن ڪان رسا ٺوڙائي سينگاريل ڪمري ۾ اچي ڪنوار پيڙو ٿيو. جرڪندڙ گهونگهٽ هٽائي، ڪاڏي مٿي ڪري چوڻ لڳو:

"مٺل، اهڙي سونهن منهنجي اکـ نہ ڏٺل.... مان ازل ڪان ٿي

تنهنجي قرب جو ڪنل."
ماڪيءَ لار جيان ڪنن ۾ زمڻ وارا منا پول ته چاهيندي به الائي ڇو شاهدان ڪي سيڪرين جيان لڳا البت برجستو آواز ڪيس وٺيو.
"ميٺل اڪيون ڪول.... مون ڏي نهار ته سهي...." هُن پنهنجا ٻپ چمڻي جيان وچائيندي چيو.
لحظي لاءِ هين اکيون ڪئي ڏانهس نهاريو ته ڪيس ائين لڳو ته هرڻ موتي جي ڪومل مکڙيءَ مان قري هڪدم ڏوهر بنجي پئي آهي.... رڻ جو ساڻي.... هين ڳيت ڏني ته بيشمار ڪنڊا نڙيءَ ۾ اٽڪي پيس، جن اجان به ڪيس خاطري ڏياري تہ هاڻ اهي رڻ - پٽ جا رواڙا سندس نصيب آهن.
ڏک مان هين جون اکيون ساوڻ جي مند ۾ نديءَ وانگر آٿلي پيون- مبارڪ علي گهرانجي ڪٺي ڪيس پنهنجي ڊبل فوم جهڙي ڇاتيءَ سان لاتو.
"رو نہ مينا، مان چاڻان ڏو مائٽن جي وڇوڙي ڏو ڪي بيحال ڪيو آ، دلجاءِ ڪر ڪين تو سان جلد ملائبو. هت تو ڪي ڪائي تڪليف نہ ٿيندي. مان سڀ و سارو تنهنجو آهيان، جيسين سسيءَ ۾ ساهہ آهي تيسين رڳو تنهنجو ٿي رهندس، تنهنجي سڪ ڪڏهن نہ گهٽبي."
وڏيري جو چاڳ نئين ڪنوار تي ڏينهون ڏينهن وڌيڪ ٿيندو ويو.
هيتان هُتان قيرو مٿا، مينا ڪيو بيٺو هيس. سسٽس به گهور گهور ٿيڻ لڳي، "منهنجي سوپاري پچڙي صدقو ٿيانءِ گهور ويانءِ! سوپ نيٺ وري به منهنجي تو سان ٿيندي، ماءُ - پٽ پئي تو ۾ اکيون وجهو اميدوار ٿيا ويٺا آهيون."
ائين چوندي سسٽس جهڙو آٿي ڪيس پاڪر پاتو تہ سندس منهن وارو پوڙهو آيو هڏو ڏڪاءُ ٿي ويو شاهدان جي لونڊڙي پر. هن ڪان دانهن نڪري وئي.
"چاچي، چاچي! مساري وڏءِ. منهنجي لونڊڙي هڏي سان

ٿوڙي رکيم."

"ڪڏهن ڪي به ڪو ڪجهه پائيو،" هوءَ مٿس ڏاڪا هڻدي چڙهي وئي. "منهنجي ياڪر ۾ تـي تنهنجي لونڊڙي پڇـي.... بلي! اهڙي تون نازڪڙي ٿي پئي آهين، پيٽگين مائٽن جي گهر به اهڙا لاڏ هيم؟ دعا ڪر منهنجي شهزادي پٽ ڪي جنهن ٻئي مٿا ڪٽي اگهايئي نه ته يا چمار پئي چاٺين ٻهارين ها."

سسٽس ڪر ڪر ڪندي بي ڪونيءَ ڏانهن وئي ته هين دري مان ليئو پائي ٻانهيءَ ڪي سڏيو جا ڊوڙندي آئي- سندس ٿامٽي هاڻو منهن ڏسي پريشانيءَ مان پڇڻ لڳي، "ٻان صدقو! ڇا ٿيئي نندي سائڻ؟"

"تو واري ٻانڀ وڏيريءَ قرب ڏيئي ماڳهين پورو ٿي ڪيم."

"ائي گهوڙت، منيس!" ٻانهيءَ سٽر تي هٿ هڻي چيو، "سائين وڏيرو ايندو ته ڇا چوندو؟"

"اهو ڪئل وري ڇا ڪندو، ڪانگن ڪي جي سونا ڪنپ هجن ها ته آڏامندي پيا ڏسجن ها."

"سائڻ اهڙو ڀهاڪو ته اسان ڪونه ٻڌو، اسان ته ٻيو ٻڌو هو...."

"ائي ڇوري هل، دل نه ڪچي ڪر، سکهو وڃي چيڪو پتر ڪوسو ڪري آ ته ٽاڪوڙ ڪيان."

آڌيءَ رات جو وڏيرو مبارڪ پنهنجي بيڊ روم ۾ بي آراميءَ مان پاسا ورائڻ لڳو، جوٽس ڪي به جڏهن پاسن وارا آيا گوڏا ۽ نوڪدار ٺونٺيون لڳيون ته هن ننڍاڪڙي بيزاريءَ مان چيو:

"ڇا ٿيو ائٽي وڏيرا، ڪٺيون ڪڍي وڌيون ائٽي."

"ڪيڙو...." هن ايذائـ مان مس ايترو چيو ته هين 'ائي گهوڙا' ڪري پلنگ تان هيٺ ٽپو ڏنـو ۽ اچيءَ چادر ڏي دهشت ڀريل نظرن سان نهارڻ لڳي.

"پٿو نه ڪر، ڪو هنڌ ۾ ته ڪونه ٿو هلي."

"تڏهن خواب ۾ ڏٺئي ڇا؟"

”مان اهڙو بد ذوق ناهيان جو خوابن ۾ ڪيڙا ڏسان، ڏاڪ واري ڪيڙي سور ڪان بي حال ڪري رکيو آ..... هاءِ هاءِ.... الا ڙي.....“ هو ڇنگهڻ لڳو.

”ڏاڍن ۾ به ڪيئان پيا اٿئي! بس وڏيرا هاڻ ٿون ڇُٽين.“

”ڇو مان ڇٽس، اِها وائي ته نه ڪڍ، ڪا مهل کهڙي ڪا کهڙي.“ هن ڪي ڪيسڪاٽ اچي ويو ته به ڦونڊجي چوڻ لڳو، ”صبح سان ٿو وڃي ڏاڪ ڪيرايان.“

”ڪيڏانهن ويندين جمبور وڃهائڻ، اهي ڀاڻهي ڇٽي پونده.“

”مان اهڙو ويل ته ڪونه هان.“

”اِنهيءَ ڪانپوه کهڙو ڇٽو لڳندو.“

”مٺو نه هڻ، سمهي پئو مات ڪري.“

ائين چوندي هو جيئن ’الا‘ ڪري آٿيو ته وڃي ڇيلهه ڀر ڪريو. هين اڳتي وڌي سهارو ڏنس ته ڇڙ مان ڀانهن ڪي آڇل ڏيندي چوڻ لڳو: ”تنهنجي آڌتڪين ڀڪڻ ڪري پير کسڪي ويو، ڪو جڏو ته ناهيان جو آٿاريم ٿي.“

”پير يا گوڏو ٿڙي پيئي؟“

”گوڏو ڇو ٿڙندو، اِها ته وائيءَ جي سور جي مصيبت آ، نه ته مان ڪو ڪراڙو ٿورو ئي آهيان جو هينئر ئي ٿي منهنجا گوڏا ڦيرائين.“

ائين ڇٽي پلنگ جي ڏيڪ تي آئي ڪڙو ٿيو تـه ڀر ۾ رکيل چانديءَ جي گلاس هيٺ اچي ڦهڪو ڪيو.

”کهڙا ڦڙڦوت ڀاريا اٿئي آڌيءَ رات جو! ڇا کپنئي؟ مونکي ڇٺو ته آئي ڏيانهه نه.“

”ڪيٽ مان ڏاڪ جي دوا ليڻئي ته ڪٿي آ. هن پلنگ تي ويهندي چيو.

ڪمري جون چار ئي بتيون ٻاري به ڪيس ڪا دوا نه لڌي ته آخر ۾ سسٽس جي ناس جي دٻليءَ مان چپٽي ناس جي ٻري آئي وڏيري جي ڪاڏل ڏاڪ ۾ وڌائين.

”مون توهان جي سهڻن هٿن جي صدقي اهو سور ٽري پوي.“

هٿن ليٽندي چيو، هيءَ به پاسي ۾ اچي ويٺي رهيس.

جڏهن وڏيري جي وات مان رکي رکي عجيب قسم جا ٺوڪارا نڪرڻ لڳا ته هن کي خاطري ٿي ته کيس ننڊ ڪٿي وئي، پر هن جي پنهنجي ننڊ ڦِر ڪري اڏامي وئي.

سدا جيان، سواءِ جهڙيون سوچون اچي ڳلي پيس. ظاهري ته گهڻي رعب تاب رکيو ويٺي هئي پر اندر ۾ لڳل لوريءَ کيس پل لاءِ به سک جو ساهه نه کڻڻ ڏنو هو. هن اها زندگي، جهڙي به هئي مقدر جو لکيو ڄاڻي جيئن تيئن ڪري گهارڻ جو فيصلو به ڪري ورتو، پر هڪ آسري..... هڪ سهاري.

جڏهن ڪوڙ ڏينهن لنگهي ويا ته پڪ ٿي هيس ته هيءَ آها ٿوهر نه هئي جنهن جي لامن ۾ گل به نسرندا آهن. هن جي ڀاڱي ۾ ته رڳو خوفناڪ نوڪدار ڪنڊا هئا.

تنهن رات هن سوچي پڪو پهه ڪيو ته هوءَ عملي طرح به ٿوهر جو وڻ بڻجي وڏيري جي سامهون ايندي.

سڄ اڀرڻ سان وڏيري کسي ائين ڪٿي ڏنائين جيئن سانُ ٻاڏو ڪٿي سگهن ٿي.

هُن اڄيان سگريٽ جو ٻورو سوڏو ئي ڪونه ڀريو جو چوڻ لڳس:

”وڏيرا مونکي به ته ڪجهه ڪپي رڳو رات ڏينهن اهي نياڳ جا سوڏا ڀيو هٿين، تنهن مان ڇا ورندو....“

”منا، هن ننڍي شهر ۾ رهندي به مون توکي رائين ڪان سکيو رکيو آهي، اڃان ڇا کپنئي؟“

”مونکي ڇڙو دل جو چين کپي، ورهيه گذري ويا آهن وڏيرا هاڻ مون کان سٺو نٿو ٿئي. مان چاهيان ٿي ڪوئي هجي جو مون کي امڙ ڪري ڪوٺي.“

”الله ۾ اميد آ،“ هن سگريٽ وسائي ٺڏو ٺوڪارو ڀري وراڻيو. ”ڪوشش ته هر جمعرات گهڻي ٿو ڪريان.“

”اهو جمعرات جو وري کھڙو شوشو ڇڏيو اٿئي؟“

”انهيءَ شوشي جي پاڻهي توکي خبر پوندي آخر ٻانگي ساوڻ کي به ته ڪنهن ڳالهه پنيان ارڙهن ٻار ڄاوا آهن.“ هن اک ھيٺي ڪنڌ کي ڏوڻ ڏيئي ٽورو مرڪي ورائيو.

”اهي مڪڻا دلاسا ڀين کي ڏنا هوندءِ.“

”مونکان رڳو اها خطا ٿي ته مان جمعرات جو سعيو ڪري آنهن ڏي نه ويندو هوس، هاڻ ٻانگي ڏسيو اٿم ته بسم الله ڪري پنهنجن حقن ڏي وڃبو آهي.“

”ڀلي وڃين، مون ته نه جهليو ٿيمانءِ.“

”هونءِ، مان وري ڪو جهلڻ جو آهيان ڇا؟ پر مٺا آهي ويچاريون ته ويون لسٽ مان نڪري، هاڻ آهين تون، سو مان ڪيو ويٺي ڏس جمعرات مٺي مراد جا رنگ.“

”ڏسان ته ڪھڙا ٿو اک ڪڍا ڪرين.“

”رک مولي تي.“ هو شڪار تي وڃڻ جي سنبت ڪان موير ئي پلنگ تان آٿي کڙو ٿيو.

”رات مورکان ڦٽڪئين پئي وري شڪار تي ٿو وڃين؟“

”اهي مور وري امان جهڙن ٻلوهه مروڙن ڪي ڪو جاليندا ڇا.“

هو تيئن سيٽيو ۽ ڪارتوسن جو ڪئيٽو ڪلهي ۾ هٿ بندوق جو پٽو ڪبي ٻانهن تي لڙڪائي لوڏ مان هلندو وڃي جيپ ۾ چڙهيو. جتي ٻه چار همراهہ اگ ئي سندس اوسيئڙي ۾ ها.

سڄيون ساريون سورهن جمعراتون ڇاڪيءَ جي ڏاند ڇيان هلي هلي وڏيرو ساڻو ٿي پيو پر نڪو ڪڙ نڪو تيل. شاهدان جي طعنن مهڻن ڪان سمي شوق شڪار وسري ويس. چار ئي ڏسون ڪيس ڇڻ اوندهه ٿي آيون. ڪمدار اچو ڇونس، ”سائين فصل ٻڏي ويو.“ ته ڇوين، ”ابا پيو ٻڏي.“

زمينن جو ڪم به ڪانئس نه پئي سنڀاليو ٿيو، جهڪو پره سوڻن، ماساتن کي لاچار ٿي سنڀالڻو پيو هو.

ماءُ جي چوڻ تي لڳي چُتل ڦٽ کي چِٽر هٿايائين.
اڳيون ته مقدر جو لکيو پانيو مان ڪيو پيون هيون، پر
هين جل ڦٽاڪيءَ نه رڳو وڏيري جون وايون بتال ڪري
ڇڏيون، پر سندس ٽيو ئي اونڌو ڪري ڇڏيو. ڏينهن رات
پارڻ پاريو پئي هئي- پر هن جو ڪيس هڪ ئي جواب هو:

”مان ڇا ڪيان منا، منهنجي وس جي ڳالهه ته ناهي-
مان ته مُلان مورالما سڀ جانچي بيٺو آهيان ته سڀ ڪو
مونکي جمعرات جو ڏس ٿو ڏي- نيت اهو به ته ڪو سپاڳو
سوڻ هوندو.“

”جمعرات جي چڪرڻ ۾ ڇو اچي پيو آهين، ڇو نه ٿو
ڪنهن حڪيم ڏي وڃين؟“

شاهدان جو رايو هن جي مرداڻي قوت تي چڻ ڪاريءَ
ضرب ٿي لڳو.

”ڇري ٿي آهين ڇا، مان ڇو ڪرايان علاج- مان ته
سنئون آهيان، اوهين زائفائون وڃي پنهنجا علاج ڪرايو.“

”ايڏو پانور تون به نه ڪر وڏيرا، چئنين ۾ ته عيب
ڪونه هوندو- ٿي ٿي ڪٿي به هڪ پن ۾ ٿيندو.“

”مونکي کهڙي خبر، مان ڪو ’دايو‘ ته ڪونه آهيان.“

”اولاد نه ٿيڻ معنيٰ ضروري ناهي ته ڪو عيب هجي،
اهو ته رب جو ڏنو آهي ڪنهن کي ڏي يا نه، اهڙا به اشراف
پيا آهن جي صبر مان وقت پيا گذارين، زال ۾ جي عيب هوندن
به ڪٿي‌ته پي ڪري پرڻيا‌آهن، پر تو ڏسي وائسي چئن چئن جي
حياتي وڃائي ته به پاڻ ڏي ڪونه ٿو سمجهين، آخر سڀئي عيب
الله زالن لاءِ ئي ته نه خلقيا آهن، حڪيم کان صلاح وٺڻ ۾
ڪهڙو مانُ گهٽبئي؟“

”گهٽئي واعظ ڪيءِ ماڻ بس‌ڪر ته ڦيري نه اچي وڃئي.“

”ڦيري ايندي جو ....“

اِيتري ۾ پانهي اندر اچي دسترخوان وڇائڻ لڳي ته ٿاهو ڪو

جواب ھن جي چپن تي ئي رهجي ويو.

مبارڪ علي حڪيم ڏي وڃڻ ڪان گھٽي ڪيسر ڪٺي پر اڳيان ھيءَ به آڳهاڙي تـرار، آئندي ويھندي اهڙا ته گهاو وڌائينس جو لاچار فون تي ٽائيم وٺي ڪيس حڪيم ڏي وڃڻو پيو.

سج لاڙي جڏهن آتسان موڏيو تـه سندس قـدم اڙيا ڏڙيا پي پيا.

"چا چيءَ حڪيم؟" هوءَ ڪيس ڏسندي ئي پڇڻ لڳي.

"حڪيم ته مونکي وڏي خفي ۾ وجهي ڇڏيو آ."

هن صوفي تي ويهندي وراڻيو.

"چا جو خفو؟ جيڪا ڳالهه آهي سا ڪر ڪٺي، اندر ۾ ڇو گهٽيو وينو آهين؟"

"منا ...." همٿ ۾ جهليل، حڪيم جي ڏنل دوائن واري وڏي پڙي ڏي گهوريندي هو وري ٽيءَ ۾ پئجي ويو.

"ڇو پڏي وٺين، اهڙي ڪهڙي ڳالهه آهي؟" هوءَ جا اڳ بيٺل هئي، پيرانئي ڳالهه ٻڌڻ ڪان سندس ويجهو غاليچي تي ئي ويهي رهي.

"سچي ڪري سٺانيانءَ.... حڪيم چيم ته مون منجهه حرڪت آ...."

"مٺا مرض لڳا پوءِ ڇو ٿي پرٺين ءونسان! مون پسوئڙيءَ جي حياتـي ڪٺي وڃايئي." انين چونـدي پنهنجو منهن مٿو پٽڻ لڳي.

"مونکي ڪهڙي خبر ته مانٺ مونکي پٺيهه مرضئي واڳونءَ جي وات ۾ وجهندا" هنجي اکين مان ڳوڙها جهرجهر ڪري وهڻ لڳاء

"منا رو تم نه ...، تون پوري ڳالهه ته سڻ...."

"هو....و....ون! تہ اهو ڪو خلل هو" هين ڪيس اڻ پڏو ڪندي چيو "اهي ويچاريون ڏـي نمانيون، جن صبر ڪري اچون سينڌون ڪيون تن مان اهو ڪو ويل هـو، جهان جا

منهنجا مهڙو به ڏک ڏکيو پيون هيئي. مون کان رکٽي ڪانه رکبي.“ هن ڪيس ڪنهئي پلو جواب ڏنو.
”اولاد ڪانءِ تون پنهنجي مڙس کي ڳالا جو کهانگهو ڏيندين ٤؟“
”مون نيت ڪهڙو ڏوهه ڪيو جو منهنجي حياتي وڃايئي؟ شرع شريعت ۾ به اهو پرٿو بي واجبي آهي.“
”تون آپريشن تائين صبر نه ڪر، نه مونکي ڇوڙو ڪر نه پاڻ....“
”پيريءَ ۾ آپريشنون ڪرائي پنهنجا ڇـوڏا لهرائيندين تون مان ڇا ورندو؟“
”پوءِ ڇا ڪيان؟ تنهنجي ڪري ته طبيب ڪيم پڇائيندو وتان.“
”مان سڄي عمر ڇوڪري نه ڪانه هوندس، تون به ساڻئين ته ڪونه هوندين. پيريءَ ۾ ته پنهنجو اولاد ڪم ايندو.“
”منا دولت جا دروازا ڪليا پيا آهن، تو کي اولاد جي ڪهڙي پرواهه.“
”مان پڻ ڏيان دولت کي، سڀ ڏني اها موڏي ها نه ايندي. اولاد بيماري سيماري ۾ ٻوڙندو نه ايندو، اهي بنگلا ماڙيون چٽيندس نه ڪانه....“
”صفا لانگڙ لاهي نه ٿي، ڪجهه ته حيا ڏار.“
هوءَ ڪي گهڙيون سوچ ۾ پئجي وئي.... هن ڄاتو ٿي ته مستي لڪڙن کان مونتي ته ڪٽن هاب ٿئي، پوءِ به سوچي سوچي هن نيٺ چئي ڏنو: ”تو جي شرع محمدي موجب چار شاديون ڪيون آهن ته مونکي به شرع محمدي موجب ٿي پتر ڏي ته مان به وڃي ڪو ڪيئن پنهين لڳان.“
وڏيرو مبارڪ، جو هيلتائين هيٺاهين وڃيو پيو آيو تنهن ڪيس زورائتي لت وهائي، دوائن وارو پڙو دريءَ کان ٻاهر اچليندي هڪدم پڙڪو ڪاڏو: ”رن، جي اهڙو ٿي اولاد ڪانءِ ماندي پئي ٿين ته سڄي حويلي پئي ٿئي وڃي دانگي مل. باقي طلاق ڏان هٿندو مانءِ منهن وارو ٻادر.“

———

.... ماهتاب محبوب جا افسانا هميشه حقيقت پسندانہ هوندا آهن- سندس ڪردار حقيقي، سندس ماحول سچو، ۽ سندس بيان ڪيل صورتحال ڪنهن نہ ڪنهن واقعي جو عڪس هوندو آهي. تنهنڪري اڄ هميشه هن جي افساني جي بين السطور ۾، سنڌ جي موجوده معاشري جي تباهيءَ جي تاريخ پڙهندو آهيان ۽ انهيءَ ڪان متاثر ٿي سوچيندو آهيان تہ سنڌ جو اهو مخصوص طبقو ڪيتري نہ غلط فهميءَ ۾ مبتلا آهي.

ماهتاب، سنڌ جي فرضي ۽ هٺ ٺوڪئي 'خانداني' ماحول جي اونداهي معاشري جي انڌيرنگريءَ تي تنقيد ڪري، وطن دوستيءَ جو حق ادا ڪندي رهي ٿي- درحقيقت پاڻ اهو فرض ادا ڪري رهي آهي، جيڪو بحيثيت فنڪار جي مٿس سنڌ طرفان عائد ٿئي ٿو.

اسانجو افسانو، دنيا جي عظيم زبانن ۾ لکيل افسانن جي ڀيٽ ۾، بلا، شڪ ۽ شبهي جي بيهي سگهي ٿو. هن برصغير هند و پاڪستان اندر، سواءِ هندي زبان جي، ٻي ڪنهن بہ زبان جو افسانو انهيءَ اعليٰ سطح ۽ اُچي مقام تي پهتل نہ آهي، جنهن تي، سنڌ جو افسانو هن وقت آهي- انهيءَ آبرومند منصب تي افساني کي پهچائيندڙ سنڌي ليکڪن ۾، ماهتاب جي شخصيت، مرتبو ۽ سندس فن يقينن منفرد آهن.

ڪراچي ۱۴ آڪٽوبر ۱۹۷۹ع

**— پير حسام الدين راشدي**

ماهتاب محبوب — سڀئي مراد (ڪهاڻيون) — نيو فيلڊس (139)

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنى e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌَڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکَکَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَياز عِلمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جٿن جٿن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها ٽوڙي نيرا. ساوا ٽوڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪر پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)